# سُورهيه جيو سچ

## ( تنبيه الفقراء و مجمع البحرين )

رتناگري جيل ۾ لکيل ڪتاب



امام انقلاب شهيد حق و صداقت

حضرت پير سائين سيد محمد صبغة الله شاه ثاني

سورهيه بادشاه

(١٣٢٧-١٣٦٢ھ)

# سُورهيه جيو سچ

## (تنبيهُ الفقراء و مجمعُ البحرين)

رتناگري جيل ۾ لکيل ڪتاب


تصنيف

امام انقلاب، شهيد حق و صداقت

حضرت پير سائين سيد محمد صبغة الله شاهُ ثاني

سُورهيه بادشاهه

(۱۳۲۷-۱۳۶۲ھ)

ترتيب:

حافظ محمد يوسف پنيرو سڪندري



ناشر:

سڪندريه پبليڪيشنز

جامعه راشديه درگاهه شريف

پير جو گوٺ (ڪنگري) ضلع خيرپور، سنڌ.

(1441ھ/2019ع)

كتاب جو نالو : سورهيہ چيو سچ ( تنبيہ الفقراء ومجمع البحرين)

تاليف : امام انقلاب حضرت پير سائين سورهيہ بادشاه شهيد قدس سره

سال : 1930ع / 1349ھ رتناگري جيل

ترتيب : حافظ محمد يوسف پنهور سڪندري

ٽائيٽل خطاطي: فقير فيض محمد سڪندري پتافي

پهرين اشاعت : جولاءِ 2005ع / جمادي الاول شريف 1426 ھ

ٻئي اشاعت : 20 مارچ 2007ع / ربيع الاول 1428 ھ

ٽئين اشاعت : 1- سيپٽمبر 2019ع/ 1 محرم الحرام 1441 ھ

ڪمپوزنگ : فقير حميدالله مهر (0346-3690291)

هديہ : 350 روپيہ

ناشر: سڪندريہ پبليڪيشنز ( جميعت علماءِ سڪندريہ پاڪستان)
درگاه مبارڪ، پير جو ڳوٺ، ضلع خيرپور ميرس، سنڌ.


## ملڻ جا هنڌ:

جامعہ راشديہ درگاه مبارڪ پير جو ڳوٺ . مرڪزي دفتر جميعت علماءِ سڪندريہ پير جو ڳوٺ۔ مدرسہ صبغة الهديٰ نيو ڪالوني شاهپور چاڪر۔ جامع مسجد روضي ڏٽي، علي پيلس قاسم آباد۔ نيو فيلڊس ڪتاب گهر حيدرآباد۔ قليچ ڪتاب گهر سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد۔ عبدالقيوم مهر سڪندري صبغتة القرآن سنجهورو۔ حر هسٽاريڪل سوسائٽي سانگهڙ ، عاجز منگي، المهراڻ فائونڊيشن سانگهڙ۔ مدرسہ صبغت الاسلام، چور ڪينٽ۔ مدرسہ صبغت العرفان ڏهرڪي ۔ غلام مصطفي شر جنت الفردوس مسجد واڌو واهہ ۔ فقير گل محمد مهر، دلبر مهر ۔ مدرسہ سڪندريہ پڪا چانگ ., مانجهي فقير پنهور، ٽيپري ٽرڪتاب گهر عمرڪوٽ.

# انتساب

آئون پنهنجي هي حقيرمحنت، صاحب ڪتاب حضرت پيرسائين سيد سورهيه بادشاهه شهيد ۽ آزاديءَ لاءِ بي مثال قربانيون پيش ڪندڙ حرن جي نالي منسوب ڪيان ٿو جن پنهنجوسڀ ڪجهه قربان ڪري نه فقط بر صغير جي مسلمانن جي عزت، عظمت ۽ آزاديءَ جي پاسداري ڪئي، بلڪ دنيا جي مظلوم قومن ڪي ظالم سان مهاڏي اٽڪائڻ ۽ جابرن جي اکين ۾ اکيون وجهي، پنهنجا حق ڪسي وٺڻ جو انمول سبق سيکاريو.

بنا ڪردند خوش رسمي بخاک وخون غلطيدن
خدا رحمت ڪند اين عاشقان پاک طينت را

MAShaque

Zuvar hussain chandio

"اسان هن ڪتاب ۾ ڪجهه اخلاقي قول به لکيا آهن. پر جدا جدا جاين تي لکيل آهن، سو مولوي فيض محمد کي چئو ته، سي هن ڪتاب مان ڪڍي جدا ڪري ٻيو ڪتاب ٺاهي ته، اسان خوش ٿينداسي."

(سيد سورهيه بادشاهه)

# شجره نسب شريف
# خاندان پيران پاڳاره دامت فيوضهم

سيد الانبياء والمرسلين خاتم النبين حضرت سيدنا محمد مصطفيٰ ﷺ - بنت خاتون حضرت سيده فاطمة الزهراء رضي الله عنها_ فرزند شهيد ڪربلا حضرت سيدنا امام حسين رضي الله عنه_ فرزند حضرت سيدنا امام محمد باقر رضي الله عنه _ فرزند حضرت سيدنا امام جعفر صادق رضي الله عنه _ فرزند حضرت سيدنا امام علي رضا رضي الله عنه _ فرزند سيد حسين شاهه قدس سره _ فرزند سيد هارون شاهه _ فرزند سيد حمزه شاهه _ قدس سره _ فرزند سيد عمر شاهه قدس سره _ فرزنده سيد اسد الله شاهه قدس سره _ فرزند سيد زيد علي شاهه قدس سره _ فرزند سيد عباس شاهه قدس سره _ فرزند سيد علي مڪي شاهه قدس سره _ سيد چڪن شاهه لڪياري قدس سره _ فرزند سيد حسين شاهه لڪياري قدس سره _ فرزندسيد محمد احمد شاهه المعروف حضرت شاهه صدر الدين لڪياري (لڪي شاهه صدر نزد سيوهڻ) قدس سره العزيز _ فرزند سيد محمود شاهه قدس سره _ فرزند سيد بهاءُ الدين شاهه قدس سره — فرزند سيد شهاب الدين شاهه قدس سره_ فرزند سيد فضل الله شاهه قدس سره _ فرزند سيد عباس شاهه قدس سره _ فرزند سيد ناصر الدين شاهه قدس سره _ فرزند سيد مير علي شاهه قدس سره _ فرزند حسين علي شاهه قدس سره _ فرزند سيد بولڻ شاهه قدس سره _ فرزند سيد سنجر شاهه قدس سره _ فرزند سيد خدا بخش عرف ڪٽڻ شاهه قدس سره _ فرزند سيد محمد عثمان شاهه قدس سره _ فرزنده شڪر الله شاهه قدس سره _ فرزند سيد فتح محمد شاهه قدس سره _ فرزند حضرت سيد محمد امام شاهه لڪياري قدس سره _ فرزند شمس العارفين حضرت پير سائين سيد محمد بقا شاهه شهيد لقب پٽ ڌڻي قدس سره _ فرزند امام العارفين، مجدد العصر حضرت پير سائين سيد محمد راشد لقب روضي ڌڻي، قدس سره _ فرزند خليقة الله حضرت پير سائين سيد صبغت الله شاهه اول "پهريون پير پاڳارو" لقب تجر ڌڻي قدس سره_ فرزند زبدة الواصلين حضرت پير سائين سيد علي گوهر شاهه اول اصغر سائين، لقب بنگلي ڌڻي قدس سره _ فرزند فخر العاشقين حضرت پير سائين سيد حزب الله شاهه "مسڪين" لقب تخت ڌڻي قدس سره — فرزندان (پهريون فرزنده حضرت پير سائين علي گوهر شاهه ثاني، لقب محافي ڌڻي، "چوٿون پير پاڳارو" قدس سره، سندس وصال بعد سندن ڀاءُ پير سائين شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڌڻي، پنجون پير پاڳارو بڻيو) عمدة العلماءِ حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول لقب ڪوٽ ڌڻي قدس سره _ فرزند شهيد حق و صداقت، امام انقلاب پير سائين حضرت سيد محمد صبغت الله شاهه ثاني لقب پڳ ڌڻي، سورهيه بادشاهه شهيد قدس سره _ فرزند محسن ملڪ و ملت مرشد نا اعليٰ حضرت پير سيد سڪندر علي شاهه عرف شاهه مردان شاهه ثاني لقب ڇٽ ڌڻي

ستون پير سائين پاڳارو قدس سره — فرزند حضرت مرشدنا پير سيد صبغت الله شاهہ ثالث، موجوده اٺون پير سائين پاڳارو دام اقبالہ.

# شجره طريقت "قادريہ" خانقاهہ پيران پاڳاره

حضور سيد عالم ﷺ _ حضرت علي كرم الله وجہ _ حسن بصري قدس سره _ حبيب عجمي قدس سره _ دائود طائي قدس سره _ معروف كرخي قدس سره _ سري سقطي قدس سره _ جنيد بغدادي قدس سره _ ابوبكر شبلي قدس سره _ عبدالواحد تميمي قدس سره _ ابوالفرح طرطوسي قدس سره _ ابوالحسن قرشي قدس سره _ ابو سعيد مخرومي قدس سره _ غوث اعظم عبدالقادر جيلاني قدس سره _ عبدالوهاب جيلاني قدس سره _ ابو نصر نصرالله قدس سره _ سيد صوفي قدس سره _ سيد احمد قدس سره _ سيد مسعود قدس سره _ سيد علي قدس سره _ سيد شاهہ مير قدس سره_ سيد شمس الدين محمد قدس سره _ سيد محمد غوث اچوي قدس سره _ سيد عبدالقادر ثاني اچوي قدس سره _ سيد عبدالرزاق قدس سره _ سيد حامد شاهہ قدس سره _ سيد عبدالقادر ثالث قدس سره _ سيد شمس الدين ثاني قدس سره _ سيد عبدالقادررابع قدس سره _ سيد حامد ثالث قدس سره _ سيد محمد صالح قدس سره _ سيد عبدالقادر خامس گيلاني قدس سره_ سيد محمد بقا شاهہ قدس سره _ پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره.

# شجره طريقت "نقشبنديہ" خانقاهہ پيران پاڳاره

حضور سيد عالم ﷺ _ حضرت ابوبكر صديق رضي الله عنہ _ سلمان الفارسي رضي الله عنہ _ قاسم بن محمد بن ابي بكر صديق رضي الله عہ _ امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن سيدنا امام حسين رضي الله عنهم _ بايزيد بسطامي قدس سره _ ابوالحسن خرقاني قدس سره _ ابوعلي فارمذي قدس سره _ ابو يعقوب همداني قدس سره _ عبدالخالق غجدواني قدس سره _ عارف ريوكروي قدس سره _ محمود الخير فغنوي قدس سره _ علي راميتني قدس سره _ محمد بابا سماسي قدس سره _ امير ڪلال قدس سره _ بهاءُ الدين محمد نقشبند قدس سره _ يعقوب چرخي قدس سره _ عبيد الله احرار قدس سره _ محمد زاهد وَخشي قدس سره _ درويش محمد قدس سره _ خواجگي امكنگي قدس سره _ محمد باقي بالله قدس سره — امام رباني احمد سرهندي قدس سره _ سيد آدم بنوري قدس سره — شيخ سعدي لاهوري قدس سره _ حاجي ايوب نقشبندي قدس سره _ جمال الله سنڌي قدس سره _ مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي قدس سره _ ميان محمد بقا شاهہ پٽ ڌڻي قدس سره _ پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# پنهنجي پاران

تاريخ ساز هستين جي اهم خوبي اها هوندي آهي، ته هنن جي زندگي جو ڪوبه گوشو بي مقصد ناهي هوندو. هو شاهي تخت تي هجن يا زندان جي جهروڪي مان جهاتي پائن، هنن جي هر ادا ۾ رهنما اصول هوندا آهن. هنن جي زندگي ته جهد مسلسل هوندي آهي، پر هنن جو موت به ايندڙ نسلن لاءِ رهنمائي جو پيغام هوندو آهي. جيل جي به عجيب دنيا آهي، هڪڙن ماڻهن ڪي ته ڳاري ختم ڪريو ڇڏي. پر جيڪي هيرا موتي هوندا آهن. انهن جي چمڪ ۾ اجا به وڌيڪ اضافو ڪري ڇڏيندي آهي.

امام سرخسي جڏهن وقت جي حاڪم جي ظالمانه قانونن خلاف فتويٰ ڏني ته ، انصاف جي ڏٽين دنيا ڪي عبرت ڏيارڻ لاءِ (جيئن آئنده ڪوبه ماڻهو حاڪمن ڏانهن آڳر ڪڻڻ جي جرئت نه ڪري) عام جيل ۾ رکڻ بدران هڪ اونداهي کوهه ۾ قيد رکڻ جي سزا ٻڌائي. فيصلي صادر ٿيڻ وقت، امام صاحب کان جڏهن آخري خواهش پڇي وئي ته فرمايائين: بس! منهنجي شاگردن کي مون وٽ اچڻ کان نه روڪيو وڃي. منصفن حيران ٿيڻ باوجود به امام صاحب جي خواهش کي قبول ڪيو. پوءِ شاگرد ايندا هئا، امام صاحب جيل جي اندر ۽ شاگرد ٻاهران ويهي سبق ٻڌائيندا به هئا ته سبق وٺندا به هئا ۽ ان سان گڏ امام صاحب جي بيان ڪيل مسئلن ۽ خيالن کي نوٽ به ڪندا هئا. انهيءَ قيد واري زندگي دوران، نه صرف امام صاحب جا شاگرد عالم ٿي نڪتا، بلڪ امام سرخسي جون فقه حنفي ۾ مشهور تصنيفون به انهيءَ قيد واري دور جون يادگار آهي، جن مان فقط هڪ ڪتاب المبسوط ٽي ٽيهن جلدن تي مشتمل آهي. امام صاحب قيد ۾ هوندي به علم جي اهڙي لاٽ روشن ڪئي، جو بنا ڪنهن هٿيار يا جنگ جي، حاڪمن کي اخلاقي شڪست ڏئي خود انهن کي دنيا وارن لاءِ عبرت بنائي ڇڏيو.

برصغير ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني جي احياءِ دين جي تحريڪ جو اهم حصو بہ جيل واري زندگي سان تعلق رکي ٿو. جيل جي زندگي دوران تصنيف ۽ تاليف ڪرڻ يا جيل جي تجربن ۽ يادگيرين بابت ڊائريون ۽ ڪتاب لکڻ جو بہ رواج آڳاٽو آهي ۽ جيل جي سلاخن پٺيان بہ دُنيا جا شاهڪار ڪتاب لکيا ويا جن جي فهرست طويل آهي.

برصغير ۾ انگريز سامراج خلاف آخري هٿياربند ويڙهاند حُر تحريڪ جي سرواڻ امام انقلاب، حضرت پيرسائين سيد سورهيہ بادشاهہ کي، جڏهن اٺ سال قيد جي سزا ڏيئي، هندوستان جي جيلن حوالي ڪيو ويو. تڏهن پاڻ جيل جي زندگي دوران، ڪيترين تڪليفن ۽ مشقتن هوندي، نمايان ۽ باوقار حيثيت سان رهيا.جيڪڏهن ڪي سياسي ماڻهو يا سرڪاري عملدار، سائڻن ملاقات لاءِ ايندا هئا، تہ انهن تي سندس شخصيت ڇائنجي ويندي هئي ۽ ڪين سورهيہ بادشاهہ جي بلند همتي ۽ بهادري جو اعتراف ڪرڻو پوندو هو.

سورهيہ بادشاهہ: حضرت پير سائين سيد محمد صبغت الله شاهہ ثاني عرف سورهيہ بادشاهہ 13 صفر 1327هہ، مارچ 1909ع ۾ موجوده پيرجو ڳوٺ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيا. سندن والد شمس الهند والسنڌ پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ڪوٽ ڌڻي (پنجون پير پاڳارو آهي). پير سائين سورهيہ بادشاهہ پنهنجي والد جي نگراني ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ سندس بين استادن ۾ حافظ خدا بخش سومرو، حافظ امام بخش مهيسر ۽ عبدالرزاق ميمڻ جو ذڪر ملي ٿو. پاڻ والد جي وصال (1340هہ /1921ع) کان پوءِ ٻارهن سالن جي عمر ۾ ڇهين پير پاڳاري طور سجاده نشين ٿيا ۽ انگريز راج خلاف ڀرپور ڏينهن کان نفرت ۽مزاحمت جو اظهار ڪيائون. انگريزن سورهيہ بادشاهہ تي ڪڙي نظر رکي ۽ سندس معمولات کي مانيٽر ڪرڻ لڳا.1923ع کان 1929ع تائين سورهيہ بادشاهہ خلاف مختلف ٽيهارو ڪيس داخل ڪيا ويا ، جن ۾ ڪين مختلف ڏوهن

۾ ملوث ڏيکاريو ويو. پير صاحب جي ڪيسن ۾ سرڪاري وڪيل مسٽر لوبو ۽ بچاءَ وارو وڪيل قائد اعظم محمد علي جناح هئا.آمريڪي مورخ اسٽينلي والپرٽ پنهنجي مشهور ڪتاب جناح آف پاڪستان ۾ ان ڪيس جو ذڪر ڪيو آهي. جناح صاحب بمبئي کان ڪيس جي پيروي لاءِ سکر ايندو هو.

28 آگسٽ 1930ع تي سکر جي سٽي مئجسٽريٽ مسٽر اڊارام انڊين پينل ڪوڊ جي فقري 344 ۽ 346 تحت ۽ آرمس ايڪٽ جي ڏوهه ۾ ابراهيم نالي هڪ چوڪري کي قيد رکڻ ۽ بيشمار هٿيارن ۽ بارود رکڻ جي ڏوهه ۾ کين اٺ سالن جي سزا ٻڌائي. سورهيه بادشاهه کي سنڌ کان ٻاهر مختلف جيلن ۾ رکيو ويو هو. انهن ۾ رتناگري جيل (مهاراشٽر)، مڊناپور( اتر پرديش)، راجشاهي (بنگال)، عليپور (ڪولڪتا)۽ پوني شامل آهن.سورهيه بادشاهه کي ٻه سال رعايت ملڻ سبب 25 نومبر 1936ع تي آزاد ٿيا ۽ ڪلڪتي کان سمه سٽه ۽ اتان خاص ٽرين ذريعي روهڙي پهتا. پاڻ 1937ع ۾ حج ڪيائون ۽ حج تي ويندي ايران، عراق ۽ مصر ۾ ويا. 20 ذوالقد 1355هه تي جدي پهتا. پاڻ حج ادا ڪرڻ بعد سانگهڙ لڳ مشهور گڙنگ بنگلي کي غازي تحريڪ جو مرڪز بڻائي برصغير تي قابض انگريز راڄ خلاف ۽ اسلام جي سربلندي لاءِ حُر تحريڪ جو باقاعده آغاز ڪيائون.

سورهيه بادشاهه پنهنجي جماعت ۾ اسلامي روح ڦوڪڻ ۽ انگريز راڄ خلاف منظم ٿيڻ لاءِ اتر سنڌ، بلوچستان، ٿر ۽ جيسلمير تائين طويل سفر پڻ ڪيا. پير صاحب کي آڪٽوبر 1941ع ۾ ٻيهر گرفتار ڪيو ويو هو ۽ درگاهه شريف ۽ گڙنگ بنگلي کي بمباري ذريعي تباهه ڪيو ويو. سنڌ اسيمبلي ذريعي حُرن کي ڪچلڻ لاءِ بدنام زمانه حُر ايڪٽ (Hur Suppression Act) پاس ڪري حُر مارشلا لڳائي وئي. حُر آبادين تي فضائي حملا ڪيا ويا. هزارين حُرن کي شهيد ڪيو ويو ۽ لکين حُرن کي لوڙهن (Concentration Camps) ۾

بند ڪيو ويو جن ۾ پوڙها، عورتون ۽ معصوم ٻار پڻ شامل هئا. پير صاحب جي حُرن پڻ انگريز راڄ ۽ انهن جي نمڪ حلال چاڙتن خلاف انيڪ گوريلا ڪاروايون ڪيون ۽ حڪومتي نظام کي مڪمل طور درهم برهم ڪري ڇڏيو. آخرڪار سورهيه بادشاهه کي 20 مارچ 1943ع (1362هه) تي سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ شهيد ڪيو ويو .سورهيه سائين وڏي بهادري ۽ شاناڻتي انداز مان شهادت کي ڀلي سان لاتو ۽ سندن مڙهه کي گمنام هنڌ دفن ڪيو ويو. جنهن جي اڄ تائين ڪا پروڙ ڪانهي.

تنبيه الفقراء ومجمع البحرين: حضرت پير سائين سورهيه بادشاهه شهيد گهڻو وقت "رتناگري جيل" ۾ رهيا هئا. جتي کين پنهنجي مريدن جي اصلاح ۽ هدايت لاءِ هي بياض لکڻ جو خيال آيو. جيڪو اڄ پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. پير سائين سورهيه بادشاهه هي بياض جيل جي ابتدائي سالن دوران 1349_50 هه (1930_31ع) ۾ لکيو ۽ سندس ارادو هيو ته ، جيل دوران سندن لکيون مريدن تائين پهچنديون رهن ۽ پاڻ مزيد لکندا رهن. مگر برطانوي راڄ ۾ اهو سڀ ڪجهه ناممڪن هو. هن ڪتاب لکڻ لاءِ به کين جيل اندر فقط هڪ سئو پنا ڏنا ويا هئا، جن تي انگريزن جو نوٽ پڻ لکيل هو:

Certified that book contains 100 pages.
Ellis
Superintendent Ratnagiri Prison(16_4_31)

تنبيه الفقراءِ جو اصل هٿ اکر نسخو انگريزن ضبط ڪري ڇڏيو هو. جيڪو قيام پاڪستان کان بعد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب کي ڪراچي مدرسة السلام مان هٿ آيو ۽ پاڻ اهو نسخو درگاهه شريف جي امانت سمجهي اعليٰ حضرت پير سائين شاهه مردان شاهه ڇٽ ڌڻي جي حوالي ڪيائين ۽ ان بابت

هڪ تعارفي مضمون پڻ لکيائين جيڪو نہ ماهي "مهراڻ". سنڌي ادبي بورڊ 1957ع جي سوانح نمبر ۾ شايع ٿيو. انهيءَ اصل نسخي تان درگاهہ شريف تي چؤنڪي ڏينڊڙ هڪ فقير پنهنجو الڳ نسخو ٺاهيو جيڪو فل اسڪيپ سائيز جي 255 صفحن تي مشتمل ۽ فوٽو ڪاپي جي صورت ۾ حُر جماعت جي ماڻهن وٽ محفوظ آهي. تنبيهہ الفقراءِ جي انهي نسخي مان چونڊ ڪري هي ڪتاب ترتيب ڏنو ويو آهي.

سورهيہ بادشاهہ هن ڪتاب ۾ پنهنجي جيل واري زندگي، انگريزن جي رَوش، پنهنجي روزانو جي سُورن سختين جو احوال وغيره لکڻ بيڪار سمجهي، فقط پنهنجي فيض، فڪر ۽ زندگي جي انيڪ تجربن کي اختصار ساڻ لکڻ کي ئي وڌيڪ بهتر سمجهيو، تہ جيئن اهي هدايتون، نصيحتون ، مشورا ۽ تجربا، مستقبل ۾ سندس جماعت ۽ قوم لاءِ روشن ڏيئا بڻجي وڃن. پاڻ هن بياض لاءِ "تنبيهہ الفقراءِ" ۽ مجمع البحرين " جا نالا تجويز فرمايا اٿن. جيئن تہ هي بياض عام ڊائري وانگر هيو، ان ڪري هن ۾ مختلف ڳالهيون ذڪر ڪيل آهن. منجهس قرآن پاڪ جا احڪام، احاديث مبارڪ، فقہ ۽ شرعي مسئلا، تصوف جا نڪتا، اخلاق حسنہ ۽ نيڪين جي تعليم، معاشرتي ۽ سماجي براين کان بچڻ جي تلقين، طب ۽ حڪمت، شعر و شاعري، پهاڪا، اقوال زرين، وظائف ۽ عمليات سميت بيو ڪافي علمي ۽ ادبي مواد موجود آهي.

ڪتاب جي ٻئي حصي ۾، حضرت سورهيہ بادشاهہ پنهنجي اندر جي اظهار لاءِ لاکيٽي لطيف سائين جا ڪافي تعداد ۾ چونڊ بيت استعمال فرمايا آهن ۽ مثنوي طرز تي سندن پنهنجي شاعري بہ قلمبند ڪيل آهي. هن ڪتاب جي مطالعي سان، پير سائين سورهيہ بادشاهہ شهيد جي علم،عمل، عقيدي، اخلاق ۽ بلند ڪردار جي معلومات ملڻ سان گڏ، سندن وڏن جي ديني، علمي ۽ روحاني روايتن جي امين هئڻ جي ثابتي پڻ ملي ٿي. رتناگري جيل ۾ لکيل هن

ڪتاب کي انگريزن ۽ انهن جي چاڙتن پڙهيو ۽ سورهيہ بادشاهہ خلاف بغاوت جي ڪيس ۾ C.I.D ريونن آڌار هن ڪتاب جا ڪجهہ قول ڪيس ۾ استعمال ڪيا ويا. مسٽر آفتاب نبي (اڳوڻو آئي ـ جي سنڌ پوليس) پنهنجي مضمون ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ "پير صاحب جي خلاف سيني ڪان وڌيڪ اهم ريورٽون ڊي ايس پي، سي آئي ڊي، محمد حسين جي عملي تيار ڪيون ، سندس تيار ڪيل 19 سيپٽمبر 1942 واري هڪ ريورٽ ۾ هي بيان درج آهي، جنهن ۾ هن اشارو ڏنو آهي تہ "رتناگري جيل مان موڪليل ڪتابن جي ترجمن جا اقتباس هن جي خلاف وڌيڪ مؤثر شاهديون آهن. چاڪاڻ تہ انهن ڪتابن تي ان جيل جي سپرنٽينڊينٽ جي صحيح ڪيل آهي. تنهن ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اهي تحريرون پير صاحب جي هٿ سان لکيل آهن". اهڙي طرح ايچ ٽي لئمبرڪ پنهنجي ڪتاب "دي ٽيررسٽ" ۾ سورهيہ بادشاهہ جا قول نقل ڪيا آهن.

سورهيہ بادشاهہ جي خلاف بغاوت واري ڪيسن ۾ استعمال ڪيل ڪجهہ اقوالن جو خلاصو هن ريت آهي :

(الف) هٿيار ڌارڻ مڙس ماڻهو جو ڪم آهي ۽ لٺ ۽ ڪهاڙي ۽ کي بہ هٿيار چئي سگهجي ٿو.

(ب) ڏسو هن وقت هندستان جي ٽيهہ ڪروڙ ماڻهن تي ٽي لک انگريز ڪيئن حڪومت ڪري رهيا آهن. ان ڪري جو هندوستان جا ماڻهو بزدل آهن ۽ سنڌ بہ هندوستان جو هڪ حصو آهي. همت مردان مدد خدا. اهو جملو ياد رکڻ کپي.

(ج) دشمن کي فرصت نہ ڏجي جيترو جلد ٿي سگهي کپائجي.

(د) گهر ۾ لڪي ويهڻ سان موت ڪان بچي نٿو سگهجي، جيڪڏهن ڪو جهاد ڪري ٿو ۽ بهادري سان وڙهي ٿو تہ اهو غازي يا سچو شهيد آهي.

(هہ)انگريز سرڪار هندستانين کي گڏهہ سمجهي مٿن انگليند جو بار لڏي رهيو آهي

(و) اسان جي حالت هڪ غلام جهڙي آهي,اسان جو ماني ڳيوءِ جنڊا انگريزن جي هٿ آهن، اي انسانو! اهڙي ذلت جي زندگي کان تہ عزت وارو موت ڀلو آهي.

(ز) هڪ هنڌ سورهيہ بادشاهہ مثنوي جي هڪ خالي صفحي تي لکي ٿو : "هن ڪتاب جي مطالعي ڪانپوءِ مان پنهنجي ڌرتي کي انگريز راڄ کان آزاد ڪرائڻ لاءِ پنهنجي زندگي قربان ڪري ڇڏيندس".

بهرحال ! ماضي ۾ انگريزن ۽ سندن پوئلڳن جي پروپيگنڊه سبب "حُر تحريڪ" يا "سورهيہ بادشاهہ" جو نالو وٺڻ ڏوهہ سمجهيو ويندو هو، مگر هاڻي حالتن پلٽو کاڌو آهي ۽ سورهيہ بادشاهہ شهيد ۽ "حُرن" جا ڪارناما ڪٿوري جي خوشبوءِ وانگر پکڙجي ظاهر ٿيڻ لڳا آهن ۽ عام ماڻهن ۾ بہ "سورهيہ بادشاهہ" ۽ "حُر تحريڪ" کي سمجهڻ وارو شعور بيدار ٿي رهيو آهي. ان موقعي تي ضروري هو تہ هن تاريخي بياض کي بہ منظرعام تي آندو وڃي تہ جيئن سورهيہ بادشاهہ شهيد جي فڪر کي پڙهي ۽ پروڙي سگهجي. پير سائين سورهيہ بادشاهہ هن ڪتاب ۾ پنهنجي باڪمال مريد مولانا فقير فيض محمد راڄڙ کي وصيت ڪئي آهي تہ "هن ڪتاب ۾ جيڪي بہ اخلاقي قول ۽ نصيحت ڀريون ڳالهيون مختلف هنڌن تي لکيل آهن، تن کي چونڊي هڪ الڳ ڪتاب ترتيب ڏنو وڃي تہ ، اسان خوش ٿينداسون".

پير سائين سورهيہ سردار جي انهيءَ فرمان مبارڪ کي مد نظر رکندي، ان بابرڪت ڪم جي شروعات ڪيم، الله تعاليٰ جا ڪروڙين ڪرم، جنهن مون ڪم علم کي پير سائين سورهيہ بادشاهہ جي شهادت جي ٻاهٺ سالن بعد، 2005ع ۾ ڦهريون ڀيرو انهي ناياب ذخيري کي سهيڙي، پڙهندڙن تائين پهچائڻ جي سعادت عظميٰ نصيب فرمائي. هن ڪتاب جي مطالعي مان نہ رڳو پير سائين سورهيہ بادشاهہ جا ارادتمند ۽ عقيدتمند فيض حاصل ڪندا. بلڪ سورهيہ بادشاهہ جي سوانح، فڪرِ حُر تحريڪ تي تحقيق ڪندڙ محققن کي پڻ

پير صاحب جي علم، فڪر، نظريي ۽ فلسفي بابت مفيد معلومات حاصل ٿيندي.

آءُ متشڪر آهيان. شيخ الحديث علامہ مفتي محمد رحيم سڪندري صاحب، استاذي قبلہ سلطان الواعظين علامہ مفتي عبدالرحيم سڪندري صاحب، رحمتہ الله عليہ. علامہ فقير قربان علي سڪندري ، فقير الهورايو سڪندري، فقير غلام مصطفيٰ ڀنڀرو ۽ والد صاحب مجاهد امام بخش ڀنڀرو صاحب جو، جن هن ڪتاب جي ترتيب ۾ مفيد مشورا ڏنا ۽ هر موڙ تي سندس ساٿ رهيو.

الله تعاليٰ ڪان دعا آهي تہ، شال رب ڪريم هر هڪ مومن مسلمان ، خاص طور پير سائين جي جماعت سڳوري ۾ تمام عقيدتمندن ڪي هن بي بها خزاني مان مستفيض ٿيڻ جي توفيق عطا فرمائي.(آمين).

منت منہ ڪہ خدمت سلطان همي ڪني
منت ازو شُناس ڪہ بخدمت گذاشتند

طالب دعا

فقير محمد يوسف ڀنڀرو سڪندري
ٽيپري ڀنڀرا - چور ڪينٽ- عمرڪوٽ
0300-3794013

# فيض ۽ برڪتن جو سلسلو

الحمد الله! امام العارفين، مرشد ڪامل حضرت پيرسائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رضي الله عنہ جن جي فيض ۽ برڪات جو سلسلو جاري آهي. اعليٰ حضرت پير سائين شاهہ مردان شاهہ ثاني قدس سره جن جي سرپرستي هيٺ، هن وقت تائين پير سائين روضي ڌڻي رضي الله عنہ ۽ سندن اولاد جي تصانيف، گهڻي ڀاڱي ترجمو ۽ طبع ٿي، عقيدتمندن ۽ مريدن جي دلين جي تسڪين جو ذريعو ٿي آهي. جامعہ راشديہ، سڪندريہ پبليڪيشنز ۽ مدرسہ صبغة الهديٰ شاهہ پور چاڪر وغيره ڪان اشاعت جو اهو سلسلو جاري آهي ۽ انشاء الله جاري رهندو. پير سائين روضي ڌڻي رضي الله عنہ جي خلفاءِ ڪرام، خاص طرح سان خليفي محمود فقير ڪٽڙيو گهنور جي گران قدر تصانيف، خليفي محمد حسين مهيسر ۽ خليفي سيد محمد حسن شاهہ سوئي شريف جي فيض يافتہ حضرت حافظ محمد صديق پرچوندي رحمهم الله جي گران قدر تصانيف جي طبع ٿي منظرعام تي اچڻ، الله تعاليٰ جو عظيم ڪرم آهي.

زير نظر ڪتاب، حضرت پير سائين سيد محمد صبغت الله شاهہ ثاني، سورهيہ بادشاهہ شهيد رحمة الله عليہ جي عظيم ۽ لطيف تصنيف آهي، جيڪا امت مسلم، بالخصوص مريدن ۽ متوسلين جي رهنمائي، شريعت جي پابندي، بدعات ۽ ڪفريہ رسمن کان سخت پرهيز، جاهل، بدڪردار ۽ منافقن کان قطعي طرح بي تعلق رهڻ بابت ۽ رسول الله ﷺ جي ذات گرامي ۽ سندن سنتن سان غير معمولي محبت جي اشاعت جي غرض سان گڏ ڪيل آهي.

حضرت پير سائين سورهيہ بادشاهہ شهيد جي استقلال، شجاعت ، عزم ، استقامت ۽ ناقابل تسخير قوت تي لکين سلام ، جنهن مشڪل ترين حالتن ۾ ،

۽ بدترين سفاڪ استعمار سان لڙندي بہ، جماعت سڳوري جي بهتري ۽ ڀلائي جو پروگرام هر طرح سان جاري رکيو.

" تنبيھ الفقراء" ڪتاب جا اقتباس راقم الحروف پهريون ڀيرو ڏٺا. هونئن بہ هيءَ ڪتاب ڪافي وقت عام ماڻهن جي پهچ کان پري رهيو. هن ڪتاب ۾ قرآن حڪيم، احاديث مبارڪ ۽ بزرگان دين جي ارشادات گرامي جي روشني ۾ زرين هدايتون بہ آهن تہ سندن زماني ۾ رائج برين رسمن ۽ ڪفريات کان بچڻ لاءِ تاڪيدي احڪام پڻ ڏنل آهن.

" تنبيھ الفقراء" عقائد، فرائض، سنتن، شريعت ۽ طريقت، توحيد ۽ رسالت جي اهميت سان گڏ اطاعت ۽ حُب رسول اڪرم ﷺ جي يادگار ۽ ان ڪام علاوه توهم پرستي، جن ڀُوت، وڻن ٽڻن سان معتلق عجيب خرافات ۽ اميدون وابستہ رکڻ ، جهڙين حرڪتن جي پير سائين سورهيہ بادشاھ بهتر نموني نشاندهي فرمائي آهي. خاص طرح ڪنهن مخصوص وڻ ۾ اڳڙيون وغيره ٻڌڻ ۽ اسلامي معاملن ۾ مسلمانن سان اختلاف ڪرڻ ، جهڙين ڪفريات ۽ بدعات جي بيخ ڪني فرمائي اٿن.

حضرت پير سائين سورهيہ شهيد سنتن جي اتباع ، شريعت تي استقامت، بدعت ۽ برين رسمن جي مخالفت ۾ ايترو ئي سخت هئا، جيئن سندن بزرگ، خاص طرح حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله عنہ سخت هئا. بهر حال هيءُ ڪتاب، حضرت سورهيہ بادشاھ سائين جي سوچ، فڪر۽ مطالعي جوآئينوآهي. ڪتابن جو مطالعو ڪري، پنهنجي روشن فڪر سان، ضروري ۽ اهم مواد جمع ڪرڻ مشڪل ڪم آهي، مگر پير سائين سورهيہ شهيد پنهنجي مريدن جي بهتري ۽ فلاح جي واسطي هتان ڪان هزارين ميل پري جيل جي ڪوٺڙي ۾ ماخذاتي ڪتابن جي نہ هوندي بہ، هن لاجواب ڪتاب کي تحرير فرمايو.

حضرت پير سائين سورهيه، مرشد مڪمل جي شديد خواهش آهي ته مريد ڪم از ڪم ، خدا تعاليٰ ۽ رسول اڪرم ﷺ جي بيان ڪيل حڪمن تي عمل ڪري پنهنجو دين ۽ آخرت موچاري ڪن.

هن ڪتاب جي فيوض ۽ برڪات کي سهڻي ترتيب ڏيڻ جي ذميداري، استاذ الاساتذه مخدوم و محترم فقير فيض محمد راڄڙ رحمة الله عليه جي حوالي ڪئي وئي هئي. پر حالات ۽ وقت ساٿ نه ڏنو. اڄ ان ڪتاب جي ترتيب جي سعادت، سائين استاد فيض محمد راڄڙ جي شاگرد استاد سائين مولانا فقير محمد صالح رحمة الله عليه ۽ سندس شاگرد حضرت خطيب پاڪستان علامه مفتي عبدالرحيم سڪندري صاحب جي شاگرد رشيد، عزيز فقير محمد يوسف پنيرو سڪندري جي حصي ۾ آئي آهي.

اين سعادت بزور بازو نيست

عزيز فاضل فقير محمد يوسف جي هن سعي جميل کي خانقاه عاليه جي بزرگن، خاص طرح حضرت سورهيه شهيد رحمة الله عليه جي ڪرامت سمجهان ٿو، جو هن وقت جماعت کي وڏ کان وڏ ضرورت آهي. هن ڪتاب مان فيضيات ٿيڻ جي، الله تعاليٰ کان دعا آهي ،شال جماعت سڳوري، هن ڪتاب کي بار بار پڙهي ۽ ان تي عمل ڪري نه فقط مرشد ڪريم جي روح پر فتوح کي راضي ڪري بلڪ پنهنجي دين ، دنيا ۽ آخرت جي بهتري جو انتظام پڻ ڪري.

والسلام

فقير مفتي محمد رحيم سڪندري

شيخ الحديث، جامعه راشديه — درگاه مبارڪ

بروز سومر — 14 ربيع الثاني 1426 هه

مطابق 23 مئي 2005

# رتيءَ جي رهاڻ

سونهاري سنڌ جي محسن گهراڻي " پاڳارا خاندان" جي ديني، علمي، ادبي ۽ عسڪري خدمتن کان هر باشعور ۽ صاحب علم انسان ڀلي ڀت واقف آهي. پاڳارا خاندان جي ڇهين سجاده نشين، حضرت پير سائين سورهيه بادشاهه قدس سره جن کي، ايڪيهه سالن جي عمر ۾ انگريز سامراج گرفتار ڪري، هندوستان جي مختلف جيلن ۾ رهايو، جتي پاڻ پنهنجي مريدن جي اصلاح، هدايت ۽ روحاني تربيت خاطر ڪتاب "تنبيهه الفقراء" لکي تيار ڪيو هئائون.

حضرت پير سائين سورهيه بادشاهه قدس سره جن رتناگري جيل ۾ پنهنجي لکيل انهيءَ ڪتاب " تنبيهه الفقراء" بابت پنهنجي باڪمال مريد، فقير مولوي فيض محمد راڄڙ کي وصيت لکي آهي ته "هن ڪتاب ۾ جيڪي نصيحت جون ڳالهيون يا اخلاقي قول لکيل آهن، انهن کي الڳ لکي جماعت ۾ عام ڪيو وڃي، ته جيئن جماعت انهن مان فائدو حاصل ڪري ۽ اسان جي محنت سجائي ٿئي." مولوي صاحب مرحوم پنهنجو وارو وڃائي ويو ۽ ڪائنس هن عظيم حڪم جي تعميل، حالات پٽاندر نه ٿي سگهي ۽ وڏي وقت کان علم، ادب ۽ حڪمت جو اهو خزانو، عوام الناس جي استفادي کان مخفي رهيو.

گذريل سال اسان جي فاضل نوجوان، برخوردار فقير محمد يوسف سڪندري جڏهن هڪ صدي اڳ پير سائين ڪوٽ ڏٺي قدس سره العزيز جن جي ڇپرايل پنجن ناياب رسالن کي سهيڙي " تحفة المرشدين" جي نالي سان منظرعام تي آندو، تڏهن مون کيس مبارڪ باد ڏيڻ سان گڏ " تنبيهه الفقراء" کي به ترتيب ڏيڻ جو مشورو ڏنو هو. هن بي لوث ۽ باهمت فاضل، نه صرف ان مشوري کي سيني ۾ سانديو، پر ان تي عمل به شروع ڪري ڏنو. ان ڳالهه کي اڃان سال به نه گذريو هو جو مولانا موصوف تازو پني عاقل پهتو. حال احوال بعد " تنبيهه الفقراء" جي ڪمپوزنگ جو پهريون پروف منهنجي آڏو رکندي چيائين ته مهرباني

ڪري پروف ڏسي ڏيو“. پنهنجي ديرينہ خواب جي ايتري جلد تعبير ڏسي بي انتها خوشي ٿي. هن مبارڪ مهمان جي آمد ڪي پاڻ لاءِ نيڪ شگون سمجهيم ۽ رات جو ويهي سندس انگل موجب ناقلن جي ڪن لفظي ۽ ادبي غلطين جي نشاندهي ڪري. پره ڦٽي ڪان اڳ هن پارس ڪي پڙهڻ جي سعادت حاصل ڪيم ۽ افسوس ٿيو جو ههڙو بهترين خزانو ايتري وقت ڪان جماعت ۽ عوام جي اکين ڪان ڳجهو رهيو؟ حافظ صاحب پنهنجي انهيءَ عقيدت، محبت ۽ محنت تي ڪيرون لٽي، جنهنجي پير سائين سورهيہ بادشاهہ جن جي ڪيل امر مبارڪ جي روشنيءَ ۾، عظيم ڪتاب ”تنبيهہ الفقراء“ جي مواد (نصيحتن، وصيتن ۽ شرعي مسئلن) مان فقط نصيحتن ۽ شرعي مسئلن ڪي الڳ لکي، پنهنجي مانُ متاهون ڪيو آهي. الله تعاليٰ ڪيس وڌيڪ خدمت جو جذبو عطا فرمائي.

ڪامل مرشد جي بافيض هٿن مبارڪن سان لکيل هي ناياب نصيحتون ۽ مفيد مشورا، حق جي طالب لاءِ هروقت ۽ هميشہ لاءِ مشعل راهہ آهن. باقي واضح ڪيل وات تي هلڻ ۽ ڪيل حُڪمن ۽ هدايتن مٿان عمل ڪرڻ، مريد جو ڪم آهي. جي لوچيندو تہ لهندو ۽ ڏوريندو تہ هڪ ڏينهن ضرور منزل تي پهچندو.

ڏوريندين ڏسن اڳڻ عجيبن جا!

فقير قربان علي سڪندري

خادم

جميعت علماءِ سڪندريہ پاڪستان

# پرين سنڌي پچار

ٻارهين صدي هجري جي پڇاڙي ۽ تيرهين صدي جي شروعات ۾ سنڌ سونهاري اندر حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه (1234 — 1171 ھ) ديني ۽ روحاني تحريڪ هلائي. انهي زماني ۾ سياسي طرح سنڌ ڪشيدگي جو شڪار هئي. ڪلهوڙن جي زوال ۽ ٽالپرن جي عروج جو زمانو هو. مگر انهن ٻنهي حڪمران ٽولن وٽ ملڪ ۽ قوم جي ڀلي کان پنهنجا مفاد ۽ مقصد وڌيڪ عزيز ۽ پيارا هئا. اقتصادي لحاظ کان به ملڪي حالات ٺيڪ ٺاڪ نه هئا. سنڌ جي هڪ زرعي ملڪ هئڻ باوجود، ماڻهن ڪسمپرسي جي زندگي پئي گذاري. غالباً انهيءَ ئي زماني ۾ انگريز به سنڌ ۾ اکيون اڙايون ويٺا هئا.

انهيءَ زماني ۾ پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه سنڌ جي هر شهر، ڳوٺ، واهڻ ۽ وستي ۾ وڃي ماڻهن کي دين اسلام جو پيغام پهچايو. سندن نعرو "لا الله الا الله" ۽ تحريڪ جو منشور هيو "سنت نبوي تي عمل" پاڻ سنڌ جي موجوده حدن کان ٻاهر به وسيع علائقي تائين اهو پيغام پهچايو. لکين ماڻهو سندن تربيت جي ڪري نيڪ ۽ صالح بڻيا، سندن اها ئي تحريڪ، بعد ۾ "حرتحريڪ" جي نالي سڃاڻ ۾ آئي. حضرت روضي ڌڻي قدس سره هڪ اهڙي منظم جماعت جو بنياد وڌو جنهن جو مثال سنڌ جي تاريخ ۾ نه اڳ کان ملي ٿو ۽ نه ان کانپوءِ. سياسي طرح به پاڻ انهيءَ زماني ۾ تمام گهڻو اثر رسوخ رکندڙ هئا. سنڌ جي مير حاڪمن، خاص طور حيدرآباد جي ميرن سان سندن دوستي وارو تعلق هو. ميرن جا وڏا وزير ۽ عملدار (نواب ولي محمد لغاري، مير چاڪر ٽالپر، نواب قيصر خان نظاماڻي وغيره) به سائنس عقيدت رکندڙ هئا. سنڌ جا ڪلهوڙا ۽ مير، افغاني حاڪمن جا ڍن ڀريندڙ هئا، مگر اهي افغاني حاڪم به پير سائين جن جو احترام ڪندا هئا. ايتريقدر جو هڪ ڀيري افغانستان جو حاڪم

شاهه شجاع الملڪ جڏهن سنڌ ملڪ تي ڪاهه ڪري آيو تہ ان وقت بہ ڪيس بنان جنگ جدال جي واپس موٽائڻ ۾ پير سائين جن وڏو ڪردار ادا ڪيو. پير سائين روضي ڌڻي عليہ الرحمة جن جي علم ، ادب، فيض ۽ فڪر جو سرچشمو سندن ملفوظات شريف" مجمع الفيوضات" آهي. پير سائين روضي ڌڻي جي ملفوظات نہ فقط تصوف جو خزانو آهي. بلڪ سنڌ سونهاري جي روحاني عظمت، تهذيب ۽ ثقافت جو آئينو آهي. ان ڪان علاوه آداب المريدين، مڪتوبات، فارسي لغت جمع الجوامع ۽ شرح اسماء الله الحسنيٰ بہ سندن علمي شاهڪار آهن. حضرت روضي ڌڻي عليہ الرحمة جن جي وصال ( 1234هہ — 1819 ع) ڪانپوءِ سندن گادي نشين پير سائين سيد صبغت الله شاهہ اول ٿيو. جيڪو پير سائين جن جي خانداني پڳ مبارڪ جو وارث هئڻ ڪري، "پير پاڳارو" سڏجڻ ۾ آيو ۽ پهريون پير پاڳارو بڻيو. پير سائين روضي ڌڻي کي واليءِ افغانستان زمان شاهہ بن تيمور شاهہ ڪان تبليغ اسلام جي اعتراف طور، سوني تند جي جڙيل ڪلمہ طيبہ سان سنواريل هڪ تاريخي جهنڊو مليو هو. پير سيد محمد ياسين شاهہ( وفات 1275 ھ) ان جهنڊي جو وارث بڻيو ۽ سندن درگاهہ " پير جهنڊو" جي نالي سان مشهور ٿي.

پير سائين تجر ڌڻي، وڏو عالم دين ۽ روحاني رهبر هيو. جنهن ديني ۽ روحاني طرح اهو ئي سلسلو جاري رکيو. جنهن جو بنياد حضرت روضي ڌڻي عليہ الرحمة رکيو هو. سندن دور ۾ سياسي طرح هڪ طرف انگريز وڌ ڪان وڌ سنڌ تي قبضو ڪرڻ جي ويجهو اچي چڪا هئا، تہ ٻئي طرف سنڌ جي پاڙيسري پنجاب جي سک حڪومت بہ سنڌ جي خير خواهہ نہ هئي. افغانن جا ناز نخرا تنهن ڪانسواءِ هئا. پير سائين تجر ڌڻي جي دور مبارڪ ۾ "حُرتحريڪ" هڪ باقاعده تحريڪ جي شڪل ورتي ۽ سياسي اثر رسوخ رکڻ جي طاقت ورتي. غالباً انهيءَ زماني ۾ سندن فقيرن تي "حُرن" جو لقب پيو. جيڪو شهيد ڪربلا

حضرت امام حسين رضي الله عنه جي جانثار حضرت حُر جي نالي پنيان سڏجڻ ۾ آيو. ”حُر“ جي لفظي معنيٰ بہ ”آزاد“ آهي، يعني هي اهڙن آزاد فردن جي جماعت آهي، جن جو سر باطل اڳيان ڪڏهن بہ جهڪي نہ سگهي. پير سائين پاڳاري اول تجر ڌڻي جي وفات (1831ع / 1246 ھ) کان سندس فرزند پير سائين سيد علي گوهر شاھ بنگلي ڌڻي المعروف اصغر سائين بہ گادي نشين ٿيڻ بعد، وڏن جي خانداني روايت کي جاري رکيو. پاڻ وڏا عالم ۽ روحاني رهبر هئڻ سان گڏ وڏا شاعر پڻ هئا. سندن جي ئي دور ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ رحيم ڏنو ڪلهوڙو کي درياءَ پائڻ لڳو ۽ پاڻ اتان هجرت ڪري موجوده درگاھ شريف واري هنڌ جاءِ پذير ٿيا ۽ 6 جمادي الاول 1250 ھ تي پنهنجي والد ماجد ۽ ڏاڏي بزرگوار جون تربتون کولرائي مدفون صندوقون موجوده درگاھ شريف تي نئين سر جاءِ گير ڪيائون، جن تي پوءِ روضو مبارڪ تعمير ٿيو ۽ بعد ۾ پير سائين تخت ڌڻي درگاھ مبارڪ جي تاريخي عظيم الشان شاهي مسجد پڻ تعمير ڪرائي. سياسي طرح سندس دور ۾ انگريزن 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪري مڪمل ڪنٽرول حاصل ڪيو. انگريز هڪ چالاڪ ۽ شاطر قوم هئي. جن جو خاص اصول هو ” ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو“. مشهور انگريز ليکڪ جارج برنارڊشا هڪ ڊگهي مڪالمي ۾ يورپ جي داناءُ حاڪم ”نيپولين بوناپارٽ“ جي ڪيل گفتگو بيان ڪئي آهي، جنهن مان انگريزن جي اصليت بابت بنيادي ڄاڻ ملي ٿي. هتي ان ڊگهي مڪالمي مان بہ ٽي نقطا بيان ڪرڻ مناسب رهندا.

Englishmen are a race apart. When he wants a new market, first of all he sends a missionary to teach the natives the Gospel of peace, the natives kill the missionary, he flies to arms in defense of Christianity, fights for it, conquers for it and takes the market as the reward from heaven.

You will not find Englishmen doing it, but you will never find an Englishman in the wrong. He does everything on principle. He flights you on patriotic principles, he robs you on business principles he enslaves you on imperial principles, etc.

(انگريز نرالي قسم جي قوم آهي، جڏهن هيءَ هڪ نئين مارڪيٽ حاصل ڪرڻ چاهي ٿو تہ سڀ کان پهريان ان ملڪ ڏانهن هڪ عيسائي تبليغي وفد، مقامي ماڻهن کي انجيل جي پرامن تعليم ڏيڻ لاءِ موڪلي ٿو. پوءِ جڏهن مقامي ماڻهو سندس مشنري کي ختم ڪن ٿا تہ فوراً انگريز عيسائيت جي بچاءَ لاءِ هتيار کڻي ٿو ۽ عيسائيت جي بچاءَ لاءِ وڙهي ٿو. ملڪ فتح ڪري ٿو ۽ پوءِ ان ملڪ جي مارڪيٽن تي "قدرت پاران مليل انعام" سمجهي قبضو ڪري ٿو. دنيا جي اهڙي ڪابہ بدترين خرابي يا چڱائي ڪانهي، جيڪا انگريز نہ ڪندا هجن. پر اوهان ڪڏهن بہ انگريز کي غلطي تي نہ ڏسندو. چو تہ هي هر ڪم اصول موجب ڪري ٿو. هي جيڪڏهن توهان سان وڙهي ٿو تہ حُب الوطني جي اصولن تحت وڙهي ٿو. هي توهان جي ڦرلٽ تجارت جي اصولن تحت ڪري ٿو. هي توهان کي غلام، بادشاهي اصولن تحت بنائي ٿو.)

سو اهڙي شاطر قوم ، ڪنهن ملڪ تي قبضو ڪرڻ کان اڳ مڪمل سَروري ڪري، ان ملڪ جي ثقافت، تهذيب، سياست ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي بابت اهڙي تہ جامع معلومات ڪٺي ڪندي هئي جيتري خبر خود مقامي ماڻهن کي بہ نہ هُجي. انگريز اهو بہ ڏسندا آهن تہ ملڪ تي قابضِ ٿيڻ بعد اسان کي ڪٿان ڪٿان خطرو ٿي سگهي ٿو ۽ پوءِ اڳوات اپاءُ وٺي ان ملڪ تي يلغار ڪندا آهن. سنڌ تي قبضي ڄمائڻ بعد، هنن پيران پاڳارا خاندان تي ڪڙي نظر رکي، مير علي مراد کي ٽيڪ ڏيئي، هٿ ٺوڪيو حاڪم بنائڻ بعد ڪيس پير سائين ٻنگلي ڏٺي جي مد مقابل آندو. مير علُي مراد بہ " دامي درمي سخني" پير

صاحب جن کي کنهن قسم جي تڪليف ڏيڻ جو موقعو هٿان نہ وڃائيندو هو
ان وقت انگريزن پاڻ کي پيرسائين جي مخالفت ۾ ظاهر ڪرڻ بجاءِ مير صاحب
کي استعمال پئي ڪيو. پير سائين جي مريدن ۽ مير جي لشڪرين ۾ ايڪڙ
ٻيڪڙ ڪو دنگو فساد ٿيڻ کان سواءِ پير صاحب جن بردباري کان ڪم وٺندي
ڪو قدم نہ کنيو. پير صاحب انتهائي دانا هو ۽ ڪين پروڙ پئجي چڪي هئي تہ
انهيءَ راند پٺيان اصل مهرو ڪير آهي. ان وقت ۾ حالات جي پيش بنظر
جماعت جي خليفن ۽ معززن ۾ اها سوچ اڀرڻ لڳي تہ پير سائين جن حفاظت لاءِ
ڪي انتظام ڪرڻ کپن. پر اڃان ڪا عملي ڳالهہ نہ ٿي هئي جو پير صاحب
بنگلي ڏٺي 1847ع ۾ وصال فرمايو ۽ سندس فرزند پير سائين سيد حزب الله
شاهہ "مسڪين" تخت ڌڻي رحمة الله عليہ ننڍي عمر ۾ گادي نشين ٿيو. پاڻ
وڏو عالم، ولي، عالمن جو قدردان، سخي، حق گو ۽ فارسي ٻولي جو عظيم
شاعر هيو. پير سائين تخت ڌڻي جماعت ۾ نئون روح ڦوڪيو. حضرت روضي
ڌڻي رحمة الله عليہ وانگر پاڻ سنڌ، بلوچستان ۽ جيسلمير جي علائقن جا طويل
سفر ڪري، هزارين نوان ماڻهو حلقہءِ ارادت ۾ داخل ڪيائون. ذڪر ۽ فڪر واري
تحريڪ ۾ نئون جوش آيو. وقت جي عالمن، درويشن ۽ شاعرن جا سنڌن وٽ ميلا
متل هوندا هيا. پير سائين تخت ڌڻي، سياست کي چڱي ريت سمجهندڙ ۽
روحاني بصيرت جا صاحب هئا. انگريزن جي چالبازين جي مد نظر، جماعت کي
نئين انداز ۾ منظم ڪيائون. سنڌن جي ئي دور ۾ فرق ۽ سالم جماعت ۽ درگاه
مبارڪ جي نظام کي وڌيڪ منظم ڪرڻ لاءِ "ٻارهن چوڪين" جو بنياد پيو ۽
هر چوڪي جي خليفي کي پنهنجي چوڪي جي سيني جماعتين سان هر گهڙي
رابطي رکڻ جو پابند بنايو ويو. انگريزن بہ جماعت ۾ ڏقير ۽ انتشار ڦهلائڻ خاطر
ڪجهہ مخفي سازشون بہ ڪرايون . جن سان هي جماعت اڃان بہ وڌيڪ نہ رڳو
منظم ٿي ،بلڪ جماعت ۾ انگريزن خلاف وڌيڪ نفرت پڻ پيدا ٿي.

ذاتي زندگي ۾ شاهاڻو طور طريقو اختيار فرمايو، جنهن ۾ غالباً انگريزن ۽ سندن وفادارن لاءِ اهو پيغام هو ته جيڪڏهن وقت جا بادشاهه توهان جا ڳيجهو بڻيل آهن ته پرواهه نه آهي جو هتي به اهڙا غيور مڙس آهن. جيڪي فقيري هوندي به بادشاهي شان ۽ شوڪت رکن ٿا. فقط اهو ئي انگريزن لاءِ چئلينج نه هو، بلڪ انگريزي ديوار ۾ وڏو ڏار تڏهن پيو جڏهن لئنسڊائون پل جي افتتاح وقت پاڻ ٽيبلن تي سجايل شراب جا جام پُرزا پُرزا ڪري زوردار احتجاج ڪيو. سوين انگريزن عملدارن ۽ سندن خاموش تماشائين جي وچ ۾ اهو ئي مرد قلندر هو جنهن کُليل لفظن ۾ چئي ڏنو" توهان کي خبر ناهي ته اسان مسلمان آهيون، اوهان هي حرام شيءِ اسان جي آڏو رکي، اسان جي عزت افزائي نه پر، اسان جي توهين ڪئي آهي." اهو ڄڻ انگريزن جي ڪُک ۾ ڪان هيو. پير سائين تخت ڌڻي ان واقعي کان فوراً بعد ترڪيءَ جي سلطان عبدالحميد خان ڏانهن، انگريزن جي ڪرتوتن ۽ سندن خلاف محاذ کڙو ڪرڻ لاءِ خط به لکيو. سندن جماعت ۾ به اسلامي اقدار جي سربلندي ۽ انگريزي نظام کان نجات جو جوش ۽ ولولو وڌي وڃڻ تي چڪو هو. مگر 1890ع / 1308ھ ۾ حضرت پير سائين تخت ڌڻي رحمة الله عليه جو وصال ٿيو ۽ سندن فرزند پير سائين سيد علي گوهر شاهه ثاني محافي ڌڻي سجاده نشين ٿيا، پاڻ طبعي لحاظ کان ڪمزور ۽ اڪثر ڪري عليل رهندڙ هيا، مگر پوءِ به پنهنجي وڏن جي روايتن کي جاري رکندي، محافو نهرائي جماعت ۾ سفر ڪندا هيا، پر سندن گهڻو وقت درگاهه شريف تي گذرندو هيو. سندن جي ئي دور ۾ انگريزن، حُر جماعت تي ظلم ۽ جبر جي شروعات ڪئي ۽ حُر جماعت جي سگهه کي ٽوڙڻ لاءِ پوليس جي طاقت استعمال ڪئي وئي. جماعت ۾ انگريزن خلاف نفرت اڳ ئي موجود هئي. ويتر جو مٿن ظلم جا دروازا کليا ته ان جو سخت رد عمل نڪتو ۽ سنه 1893ع ۾ پهرين باقاعده هٿيار بند " حُر تحريڪ" جو آغاز ٿيو. جنهن ۾ " ٻارهن

ڀرونين" جو ڪردار مشهور آهي. جن مڪيءَ ۾ پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪري. انگريزن جا وڻ وڄائي ڇڏيا. 1895ع ڏاري ڀرمر بري جي ميلي ۾ جوالا سنگهه کي به مڪيءَ جي انهن مانجهين موت حوالي ڪيو. حُرن تي سختيون وڌي ويون ۽ انئي سال حُرن کي پڪڙڻ ۽ قيد ڪرڻ لاءِ ، لوڙهن (Concentration Camps) جي شروعات ٿي ۽ سن 1900ع ۾ خان بهادر سردار محمد يعقوب جي سفارش تي حُرن کي "ڏوهاري قبيلو" قرار ڏيئي، غيرقطري قانون " ڪرمنل ٽرائيبس ايڪٽ " تحت لوڙهن ۾ بند ڪيو ويو ۽ اهو سلسلو ٻهرين اپريل 1952ع تائين جاري رهيو. ان ڪان علاوه پير سائين علي گوهر شاهه کي به تنگ ڪرڻ ۾ انگريزن ڪا به ڪسر ڪانه ڇڏيءَ 1893ع کان 1898ع تائين حُرن خلاف ٻهرين مارشلا لاڳو ڪئي وئي، ٻارهن ڀرونين جا انگريزن سان مقابلا جاري رهيا. جن مان وڏو معرڪو سانگهڙ لڳ جهوڙي ڀنيري جي لئہ وٽ ٿيو. جنهن ۾ جوالا سنگهه جو پٽ ميا سنگهه مارجي ويو بچو بادشاهه ۽ عيسيٰ ڏاهري ڪانسواءِ ٻيا سمورا شهيد ٿي ويا. جڏهن تہ اهي ٻئي منصور 1898ع ۾ گرفتار ٿيا. جن کي سانگهڙ شهر جي وچ چوڪ ۾ انگريزن ڦاسي ڏيئي شهيد ڪيو. 1896ع ۾ پير سائين محافي ڏٺي جو وصال ٿيو ۽ اولاد نہ هئڻ ڪري، سندن ڀاءُ پير سائين شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڏٺي رحمتاالله عليہ سجاده نشين ٿيا. پاڻ عالم باعمل، داناءَ بردبار ۽ سياسي بصيرت جا صاحب هيا. ٻارهن ڀرونين جي شهادت ۽ حُر جماعت جي هڪ وڏي انگ جي لوڙهن ۾ بند هجڻ ڪري، سڌو سنئون انگريزن سان مهاڏو اٽڪائڻ ڪان ڪناروڪيائون ۽ انگريزن خلاف منظم جدوجهد لاءِ موقعي جي انتظار ۾ هيا. ٻهرين عالمگير جنگ جي موقعي تي بظاهر انگريزن سان سياسي صلح وارو رستو اختيار ڪيو ويو. جنهن سبب ٻهريون پيرو عارضي طور لوڙها ختم ڪيا ويا ۽ حُر آزاد ٿيا. ان بعد پير سائين ڪوٽ ڏٺي جماعت ۾ علم جي اشاعت لاءِ وڏي

ڪوشش ورتي. درگاهه شريف تي ديني درسگاهه جو بنياد رکيائون. سنڌي ٻولي ۾ قرآن پاڪ جو تفسير ڪوثر ۽ مختلف موضوعن تي ديني احڪامن بابت ڪتاب ۽ رسالا ڇپرائي، جماعت ۾ مفت تقسيم ڪرائڻ سان گڏ درگاهه شريف تي ستاويهين رجبي جي پروگرام جو خاص اهتمام فرمايائون. جنهن ۾ سنڌ جا وڏا وڏا عالم ۽ بزرگ شريڪ ٿيندا هيا. اهڙي طرح جماعت ۾ علم جي وڏي اشاعت ٿي ۽ ماڻهو جهالت جي انڌيري کان ٻاهر آيا. پير سائين ڪوٽ ڏٺي درگاهه مبارڪ کي محفوظ رکڻ لاءِ چوڌاري شاهي بُرجن سان عظيم الشان ڪوٽ پڻ تعمير ڪرايو. اها سندن دور انديشي هئي ۽ اڳتي پيش اچڻ وارين ڏکين حالتن لاءِ اڳواٽ بندوبست پڻ هيو. علم ۽ فيض جو هي سج 61 سالن جي عمر ۾ 7 ربيع الاول 1340ھ (8 نومبر 1921) ۾ عالم جا وداني ڏانهن روانو ٿيو ۽ سندس فرزند امام انقلاب، شهيد اعظم حضرت پير سائين سيد محمد صبغت الله شاهه ثاني، عرف سورهيه بادشاهه ٻارهن سالن جي عمر ۾ سجاده نشين ٿيو. رُعب ۽ جلال جو مجسمو، قدآور، حسين چهرو، زلف دراز، اکيون مبارڪ اهڙيون سهڻيون، جو سندن زندگي ۾ ڪير به سانڻن اک سان اک ملائڻ جي جرات ڪري نه سگهيو. روشن ۽ نوراني چهرو، وري جو گرجدار ۽ نڪريل آواز ۾ ڳالهائيندو هو، ته گوڙ ۽ ڪنوڻ جو گڏيل منظر ڏسڻ ۾ ايندو هو.

پير سائين سورهيه بادشاهه جي ولادت 13 صفر 1327 ھ مطابق مارچ 1909ع ۾ ٿي. جيئن ته هي درگاهه مبارڪ ان جو منظم نظام ۽ سياسي اثر رسوخ هميشه کان انگريزن لاءِ بي سڪوني جو سبب هو، ان ڪري انگريز هر وقت درگاهه شريف تي نه رڳو نظر رکندو آيو، بلڪ هنن جا ڪيئي چاڙتا ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ درگاهه شريف سان وابسته رهندا آيا. جڏهن هي ننڍڙو شهزادو گادي نشين ٿيو ته انگريزن کي پنهنجن چاڙتن جي سهڪار سان ننڍڙي شهزادي کي پنهنجو همنوا بنائي ڇڏڻ جو يقين ٿي ويو، پر ڪين ڪهڙي خبر ته.

اسي دريا سي اٿهتي هي وه موج تُند جولان بهي
نهنگون کي نشيمن جس سي هوتي هين تہ و بالا

هي تہ اهو زلزلو آهي. جيڪو انگريزن جي غُرور ۽ تڪبر واري قلعي جي سر سر اڪيڙي ڇڏيندو. پير سائين بنگلي ڏٽي کان وٺي پير سائين ڪوٽ ڏٽي تائين ' پيران پاڳاره' جنهن مناسب وقت ۽ موقعي جي انتظار ۾ هئا. اهو فصل تيار ٿي چڪو هو تہ هاڻي ان جي لُڻڻ وارو بہ اچي ويو هو. حضرت سورهيہ بادشاه گادي نشين ٿيڻ شرط ، انگريزن جو آفرين نامون ٽڪرا ٽڪرا ڪري، ڇڻ انگريزن جي خوابن ۽ خيالن وارو شيشو بہ ذرا ذرا ڪري ڇڏيو. سورهيہ بادشاه کي جڏهن اهو عرض ڪيو ويو. تہ انگريز دنيا جا حاڪم آهن، هنن جي سلطنت تي سج بہ نہ لهندو آهي. توهان انهن لاءِ ايڏو سخت رويو ڇو ٿا رکو. انگريزن جو سات ڏيو ۽ عزت ڪريو؟ سورهيہ بادشاه جو تاريخي جواب انگريزن کي حوصلي مان ڪيڻ لاءِ ڪافي هيو" مان ۽ هنن غاصب ۽ ڪافر انگريزن جي عزت ڪريان؟ عزت ڪرڻ تہ پري. پر جي مون کي فقط دل ۾ اهڙو خيال اچي تہ مون کي پنهنجي حسيني هجڻ تي شڪ محسوس ٿيندو"

حضرت سورهيہ بادشاه، بزرگن جي روايتن کي جاري رکندي جماعت جي اصلاح طرف پڻ توجہ ڏني، جماعت کي سنت تي عمل ۽ بدعت کان بچڻ جي تعليم تي زور ڏنائون، جماعت کي بيڙي، تماڪ ۽ چرس سميت هر قسم جي نشي کان پري رهڻ جي ايڏي تہ سختي سان تلقين ڪيائون، جو ان وقت جماعت مان اها بدعت مڪمل طور ختم ٿي وئي. قادري طريقي جي ذڪر وڻڻ وارن کي روبرو ويهاري تلقين ٿي ڏنائون . مدرسہ قادريہ راشديہ ۽ هزارين ناياب قلمي ڪتابن سان پرپور عظيم خانداني ڪتب خاني جي خدمت ۾ بہ پيش رهيا. حب الوطني جي جذبي سان سرشار سورهيہ بادشاه، شريعت محمدي (عليٰ صاحبها الصلواة والسلام) جو سخت پابند ۽ پاسدار هيو. هڪ ڀيري پاڻ گڙنگ بنگلي سانگهڙ ۾ جماعت

ڪي زيارت ۽ تلقين جو شرف بخشڻ لاءِ ٻاهر نڪتا، ته ان وقت علائقائي رواج موجب ٿر ۽ جيسلمير جي عورتن ڪي عاج جا چوڙا، ڪارائين کان ڪلهن تائين پاتل ڏسي، مولوي فيض محمد راڄڙ عليه الرحمة کان سوال ڪيائون ته ڇا انهن چوڙن هوندي وضو يا غسل جو پاڻي ٻانهن تائين صحيح پهچي ويندو؟ عرض ڪيائين ته قبلا! حضور جن کي سڀ علم آهي، انهن چوڙن هوندي ، وضو ۽ غسل جا فرض لهڻ مشڪل آهن. ان وقت ئي پاڻ جماعت ۾ اهي چوڙا لاهي ڇڏڻ جو اَمر فرمايائون ۽ ان ئي ڏينهن جماعت مان اها رسم بلڪل ختم ٿي وئي ۽ اهي چوڙا، گڙنگ بنگلي جي اترئين پاسي ساڙيا ويا. سورهيه بادشاهه، جماعت کي ولايتي سُئين جي استعمال ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ جماعت کي بهادري، بلند همتي، محنت ۽ مشقت جي تعليم پڻ ڏني ۽ پاڻ پنهنجي ذاتي زندگي ۾ سعورا ڪم نه صرف پنهنجو پاڻ ڪندا هئا، بلڪ ڪافي موقعن تي جماعت سان گڏجي ڪم ڪار ۾ به حصو وٺندا هيا. اهي ڳالهيون انگريزن لاءِ پريشانيءَ جو سبب هيون ۽ هو سورهيه بادشاهه جي سرگرمين تي گهري نظر رکندي، پنهنجي چار وڇائڻ ۾ مصروف رهيا. جڏهن سندن ڪوبه حربو ڪار آمد نه ٿيو، تڏهن ابراهيم ڪوري نالي هڪ چوڪري کي قيد ۾ رکڻ، هڪ ريوالور ۽ گوليون رکڻ جو جڙتو ڪيس ٺاهي، کين گرفتار ڪري ڪيس هلايو ويو جنهن ۾ قائد اعظم محمد علي جناح ڳري فيس وٺڻ بعد پير سائين جن جو وڪيل مقرر ٿيو ۽ بعد ۾ ججن جي غير منصفاڻي رويي تي احتجاج ڪندي، بائيڪاٽ ڪري هليو ويو ۽ پير سائين کي 28 آگسٽ 1930ع تي ايڪيهه سالن جي عمر ۾ ، اٺ سال قيد جي سزا ٻڌائي، مريدن جي پهچ کان پري رکڻ لاءِ هندوستان جي مختلف جيلن ڏانهن اماڻيو ويو ۽ گهڻو وقت کين رتناگري جيل ۾ رکيو ويو. رتناگري جيل ۾ حضرت سورهيه بادشاهه شريعت، طريقت ۽ سلوڪ ۽ معرفت جي نڪتن کي سهيڙي هڪ ڪتاب پڻ لکيو. جنهن جو نالو " تنبيهه الفقراء" رکيائون ۽ اهو

ڪتاب اڄ پڙهندڙن آڏو آهي، جنهن ۾ پير سائين سورهيه بادشاهه جا نه فقط وڏي انگ ۾ اقوال زرين موجود آهن پر منجهس مختلف موضوعن تي ، علم ۽ ادب جو وڏو ذخيرو پڻ موجود آهي.

حضرت سورهيه بادشاهه کي سزا ۾ ٻه سال رعايت ڏيڻ سبب، پاڻ 1936ع ۾ جيل مان آزاد ٿيا. حضرت سورهيه سائين جيل مان آزاد ٿيڻ بعد ڪجهه ڏهاڙا درگاهه شريف تي معاملا درست ڪري، جماعت ۾ وڏو سفر اختيار فرمايو ۽ پاڻ سنڌ، رحيم يار خان ۽ جيسلمير جي ٻاهتر ڪن دعوتن ۾ شريڪ ٿيا. حُر جماعت ۾ نئون جوش ، جذبو ۽ ولولو پيدا ٿيو ۽ اهو انگريزن لاءِ پيغام پڻ هيو ته جيل جي تڪليف، سورهيه بادشاهه کي جهڪائڻ بدران ، مهراڻ جي هن موتي جي چمڪ ۾ وڌيڪ نُور ۽ نکار پيدا ڪيو آهي. سورهيه بادشاهه جي ان تاريخي سفر بعد حُرن خلاف نئين سر منصوبه بنديون شروع ٿي ويون. ان دوران گورنر به سورهيه بادشاهه سان ملاقات لاءِ آيو. گورنر سورهيه سائين سان ملاقات کان بعد تبصرو ڪندي چيو ته ” ماڻهو چون ٿا ته سورهيه بادشاهه نوجوان هئڻ ڪري سياسي شعور نٿو رکي، پر آئون انهيءَ حقيقت کان قطعي انڪار ڪريان ٿو منهنجي نظر ۾ سورهيه بادشاهه انتهائي ذهين، تيز ۽ هر ڳالهه کي وقت کان اڳ سمجهي ويندڙ آهي. ” جڏهن انگريزن جي مڙني حَربن ۽ ڳالهين جو ڪو ڪڙ تيل نه نڪتو ته هنن سورهيه بادشاهه مٿان پابنديون مڙهڻ شروع ڪيون.

حضرت سورهيه بادشاهه حج جي ادائيگي لاءِ حرمين شريفين به ويا، جتان واپسي بعد سورهيه بادشاهه پنهنجي تحريڪ ۽ سرگرمين جو مرڪز سانگهڙ واري ڳڙنگ بنگلي کي بنايو، جتان اسلامي اقدار جي سر بلندي ۽ غاصب انگريزن جي غلامي کان نجات لاءِ ” غازي تحريڪ ” جي شروعات ٿي. هزارن جي تعداد ۾ ”حُر” پنهنجي مرشد جي امر تي ”سرن جو سودو” ڪرڻ لاءِ غازي تحريڪ ۾ نالا لکرائي رهيا هئا. حضرت سورهيه بادشاهه دور انديشي سان ڄاتو ٿي ته يورپي

مُلڪ ، برطانيا، فرانس ۽ هاڻي جرمني ۽ ٻيا دنيا جي دولت ۽ مارڪيٽن تي تسلط ڄمائڻ لا ءِ ڪٽي وانگر هڏي مٿان هوڏ ڪري رهيا آهن. سو مستقبل قريب ۾ انهن ۾ ملاکڙو ٿيندو ۽ جڏهن انهن جا هڪ ٻئي جي ڳچين ۾ هٿ هوندا ته ان وقت اسان کي همت ۽ جوان مردي سان پنهنجي ديس کي غلامي جي زنجيرن مان آزاد ڪرائڻ گهرجي. پر شاطر انگريز اهو سڀ ڪجهه برداشت نٿي ڪري سگهيو ۽ حرن مٿان ظلم ۽ تشدد جو راڪاس لامارا ڏيڻ لڳو."حُر تحريڪ" کي ڪچلڻ لاءِ انگريزن هڙئي حربا استعمال ڪيا. لوڙهن ۽ تارجيلن جو نئون سلسلو شروع ٿيو. 1930 — 1931 تائين ۾ سورهيه بادشاهه کي ٻيهر گرفتار ڪيو ويو. آڪٽومبر 1941ع ۾ ڳڙنگ بنگلي کي بمباري سان تباهه ڪيو ويو ۽ هڪ سال بعد سيپٽمبر 1942ع ۾ درگاهه شريف پير ڳوٺ واري بنگلي ڪوٽ ۽ تاريخي ڪتب خاني تي بمباري ڪري مڪمل طور تباهه ڪيا ويا ۽ جون 1942 ع ۾ حُرائڪٽ ۽ ٻئي مارشلا لاڳو ڪئي وئي. حُرن لاءِ حد جي ٿاڻن تي روزانو حاضريون رکيون ويون ۽ هر قسم جا ڏوهه حُرن ڏانهن منسوب ڪري گرفتاريون عام ڪيون ويون. سوين حُرن کي سرعام گوليون هڻي شهيد پڻ ڪيو ويو.

انگريزن جا اهي ظلم "حُر تحريڪ" کي فنا ڪرڻ بدران وڌيڪ اڀارڻ لاءِ ڪافي هئا. حُرن به انگريزي نظام کي درهم برهم ڪرڻ لاءِ گوريلا ڪاروايون شروع ڪيون. 16 مارچ 1942ع تي حُرن پنهنجي وڏي دشمن، ناظم غلام رسول شاهه کي ڪينواري ۾ موت حوالي ڪيو ۽ اڏيرو لال وٽ لاهور ميل کي ڪيرائي، انگريزن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا. اهو ئي وقت هو جڏهن هندوستان ۾ انگريزن کي ڪڍڻ لاءِ " ڪوئٽ انڊيا" جا لفظي نعرا پئي هليا ۽ هتي سنڌ ۾ گوريلا جنگ جاري هئي.

"حر تحريڪ" کي فنا ڪرڻ جي آخري حربي طور 8 آگسٽ 1942ع تي دهلي ۾ وائسراءِ جي گهر "حُر حالتن" بابت ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ سورهيه بادشاهه کي ڦاسي ڏيڻ لاءِ پڪو ڪيس ٺاهڻ جو فيصلو ٿيو ۽ پوءِ اهو ڪيس جنوري + فيبروري 1943ع ۾ هلايو ويو. جنهن جو بنياد، انگريز سرڪار سان بغاوت ۽ جنگ ڪرڻ هو. جنهن ۾ پير سائين سورهيه بادشاهه کي ڦاسي جي سزا ڏيئي 20 مارچ 1943ع تي سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ شهيد ڪيو ويو. واضع هجي ته 1939ع ۾ جڏهن ٻي عالمي جنگ لڳي ته برطانيه جي بادشاهت ڪمزور ٿيڻ لڳي. جرمن، برطانيا کي اهڙو ته سوگهو ڪيو. جو هڪ موقعي تہ برطانيا کي پنهنجي وجود وڃڻ جو خطرو محسوس ٿيڻ لڳو. جڏهن عوام ۾ بيچيني پکڙجڻ لڳي تہ برطانيا جو وزيراعظم ونسٽن چرچل 4 جون 1940ع تي House of commons جي اجلاس ۾ پنهنجي قوم کي هيئن آٿت ڏيڻ لڳو:

We Shall fight on the seas & oceans, we shall fight with growing confidence & growing strength in the air. We shall defend our island, what ever the cost may be. We shall fight on the landing grounds, we shall fight in the fields and in the streets, we shall never surrender.

(اسان سمنڊن ۽ دريائن ۾ وڙهنداسون، اسان وڏي اعتماد ۽ وڌندڙ طاقت سان فضا ۾ وڙهنداسون . اسان پنهنجي جزيرن جي حفاظت ڪنداسون، پوءِ ان جي کهڙي بہ قيمت ادا ڪرڻي پوي، اسان هوائي اڏن تي وڙهنداسون . اسان ٻنين، گلين ۽ گهٽين ۾ وڙهنداسيون، اسان ڪڏهن به هار نہ مڃينداسون)

پنهنجي ديس جي حفاظت لاءِ آخري پساهہ تائين وڙهڻ ۽ ان جي حفاظت ڪرڻ، ونسٽن چرچل ۽ ان جي قوم وارن جو حق هو. پر هنن جي قانون ۾ هنن جي پنهنجي قوم جي بچاءَ ۾ وڙهڻ وارا انهن جا هيرا ۽ سورما ٿين ٿا. پر

جيڪڏهن سنڌ ۾ سورهيه بادشاهه ۽ ان جا حر حُر جيڪڏهن آزاد فضا ۾ ساهه کڻڻ ، آزادي سان زندگي گذارڻ جو حق گهرن ٿا ته ڪين باغي، غدار ۽ دهشتگرد قرار ڏيئي ڪيس هلايا وڃن ٿا ۽ هزارين حرن کي شهيد ڪرڻ ۽ لکين جيلن ۽ لوڙهن ۾ بند ڪرڻ عين انصاف ٿي وڃي ٿو انهن عدالت ۽ انصاف جي علمبردارن پنهنجي پر ۾ 20 مارچ 1943ع تي سورهيه بادشاهه لاءِ سوري سينگاري، ڪيس شهيد ڪري پنهنجي ڪاميابي جو ڏونڪو وڄائي ڇڏيو. پر احڪم الحاڪمين رب کي اهو منظور نه هو. سورهيه بادشاهه جو خون رايگان نه ويو. سنڌ جي سرويچ سورهيه بادشاهه جي شهادت بعد. برطانوي راڄ جو سج نه رڳو سنڌ، پر پوري دنيا تان غروب ٿي ويو ۽ انهن جي حڪومت انگلينڊ جي جزيري تائين محدود رهجي وئي. 14 آگسٽ 1947ع تي پياري وطن پاڪستان جي قيام بعد به پنجن سالن تائين آزاديءَ جا پروانا هزارين "حُر" لوڙهن ۾ رهيا. پيو ته سورهيه سائين جي شهادت سان گڏ سندس ٻنهي صاحبزادن اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا سيد شاهه مردان شاهه ثاني ۽ سيد نادر علي شاهه عليه الرحمة کي انگريزن جلاوطن ڪري ڇڏيو. 4 فيبروري 1952ع تي اها سورن جي ڪاري رات پڄاڻي تي پهتي، جڏهن اعليٰ حضرت پير سائين پاڳارا جن جي تاج پوشي ٿي. پهرين اپريل 1952ع تي لوڙها ختم ڪيا ويا ۽ حُرن جي لاءِ سُک ۽ سرهاڻ واري نئين بهار شروع ٿي.

پکين پئي پچار، اڄ تماچي آئيو،
مرڪن ملاحن جا، پانڌي مٿان پار،
وڏي چام چمار، جنهن مياڻيون موڪيون.

دعا طلب

فقير غلام مصطفي پنهيرو

ٽيبري پنهيرا

☆ ☆ ☆

سَڪر سيئي ڏينهن، جي مُون گهاريا بند ۾ وسايم وَڏ ڦڙا ، متي ماڙن مينهن واجهائي وصال کي، تيس تهارون تيئن نير منهنجي نينهن، اُجاري اچو ڪيو.

☆ ☆ ☆

صِبغةَ الله وَمَن احسنَ مِنَ الله
صِبغةً وَنحنُ له عَابِدُونَ

اسان پاڻ کي الله جي رنگ ۾ رڱيو آهي، ۽ الله کان سهڻو رڱيندڙ ٻيو ڪير آهي؟ ۽ اسان ان جي ئي عبادت ڪندڙ آهيون.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده و نصلي ونسلم عليٰ حبيبه الكريم

هن ڪتاب ۾ هر قسم جون هدايتون، مسئلا ۽ اسان جا ناهيل ڪجهه بيت ۽ اسان جي اڳين گادي نشينن جون ڪرامتون بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب جي پڙهڻ سان توهان اسان جي مڙني خيالن کان چڱي طرح واقف ٿي ويندئو. منهنجا مريدو! هي ڪتاب پڙهي ڏسو ۽ بيزار نه ٿيو. منهنجون نصيحتون پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ۾ خرچ ڪونه لڳندو. اسان هن ڪتاب جي پڙهندڙن لاءِ محشر جي ڏينهن رب ڪريم کان ڇوٽڪارو گهرنداسون. جيڪڏهن رب ڪريم گهريو ته، توهان ڏي ٻيا ڪتاب به موڪلينداسون. جن ۾ اجا به وڌيڪ احڪام هوندا. هي ڪتاب منهنجن مريدن کي لازم پڙهڻ گهرجي. جيڪي پڙهيل آهن. پڙهن ۽ اتارين ۽ جاهلن کي سيکارين ۽ اڻ پڙهيلن کي سمجهائن ۽ پوءِ پڙهيل خواهه اڻپڙهيل سمورا مٿس عمل ڪن. جيڪو هن ڪتاب تي هلندو. سو خطا نه کائيندو. مسلمان ٿي مرندو ۽ ڪيس الله ۽ الله جو رسول ﷺ هدايت ڪندو هي منهنجي آخري نصيحت آهي. جي هن تي عمل نه ڪندءِ ته مون کي ڏک ٿيندو، ته مون وڏي تڪليف سان ڪتاب ناهيو پران تي ڪنهن به عمل نه ڪيو.

هي ڪتاب ڪنهن خداترس عالم کي ڏيکاريندا، ته اهو به چوندو ته برابر صحيح آهي. هن ڪتاب ۾ ڪلام الله شريف جا حڪم آهن ۽ ٻين وڏن ڪتابن، صحيح بُخاري صحيح مسلم، ڪنزالعبرت ۽ ٻين گهڻن ڪتابن مان چونڊيل احڪام آهن ۽ ڪي اسان جا ذاتي احڪام ۽ هدايتون به آهن.

## تنبيهه الفقراء و مجمع البحرين

اسان هن ڪتاب جو نالو "تنبيهه الفقراء" ۽ "مجمع البحرين" رکيو آهي، تنهن ڪري ڪيس انهن نالن سان سڏجڻ گهرجي. جو ڪجهه الله تعاليٰ اسان کي

ڇاڻايو. سو اسان اوهان مُريدن جي فائدي لاءِ لکيو آهي. هي ڪتاب ضرور پڙهڻ گهرجي ۽ جماعت کي پڙهي ٻڌائڻ گهرجي.

منجهس گهڻو ڪري مذهبي ۽ اخلاقي ڳالهيون ۽ حلال، حرام، نماز، روزن، زڪوات ۽ حج وغيره بابت بہ شرعي حڪم لکيل آهن. اسان جي اوهان سان حد درجي جي محبت آهي ۽ چاهيون ٿا تہ عمل ڪيو تہ جيئن هن ڪتاب سميت گڏجي جنت ۾ داخل ٿيون، نہ تہ وڏي تڪليف ڏسڻي پوندي، ڇو تہ آخرت جو عذاب سخت دردناڪ آهي. اسان هن ڪتاب جي پڙهڻ ۽ لکڻ جي تجويز ضروري ٿا سمجهون. هن ڪتاب کي ڳوٺ ڳوٺ ۾ پڙهيو وڃي تہ چڱو آهي ۽ پڙهندڙ کي نصيحت ٿا ڪيون، تہ هن ڪتاب جي ٻڌائڻ جو ڳوٺ وارن ۽ جماعت کان اجورو نہ وٺي. فقط الله ڪارڻ پڙهي ٻڌائجي ۽ ڳوٺ وارن جي فقط ماني ۽ پاڻي وٺڻ حلال آهي. اسان اها ڳالهہ پسند نٿا ڪريون تہ اسان جي ڪتاب سبب، اسان جا مُريد تڪليف وارا ٿين. هي ڪم اسان مولوي فيض محمد راڄڙتي ٿا رکون تہ. جماعت کي پڙهي ٻڌائي ۽ نصيحتن کي لکي عام مريدن ۾ پکيڙجو تہ جيئن عام مُريد پڙهي انهن تي عمل ڪن.

" وما علينا الا البلاغ المبين "

**سيد محمد صبغت الله شاهہ**

**هاشمي حسيني جلالي**

# ابتدائي نصيحتون

هن ڪتاب ۾ اسان خاص خلق جي هدايت لاءِ نصيحت جهڙيون ڳالهيون لکنداسين تہ بچڻ ڪمن ڪان بيزار ٿين. خدا پاڪ کي ياد ڪن ۽ اسان جي طرفان معرفت جي چيل نڪتن کي ٻڌي، انهن تي عمل ڪن تہ ٻنهي جهانن جي تڪليفن ڪان ڇٽن ۽ فيض باطني هٿ ڪن ۽ خدا پاڪ ۽ رسول ڪريم ﷺ جي حڪمن ڪان منهن نہ موڙن.

گـردن از حکـم خـدايت برمتـاب
تـا نمـاني روز محشـر در عـذاب

پنهنجي رب ڪريم جي حُڪم ڪان منهن نہ موڙ تہ جيئن قيامت جي ڏينهن عذاب ۾ نہ رهين.

جيڪو بہ مُريد، سچي ارادي سان مُرشد ٿو وٺي، پر پنهنجي مرشد جو امر بجا نٿو آڻي تہ اهو مريد فيض حقيقي ڪان محروم ۽ نا اميد رهندو. مريد کي جڳائي تہ ، پنهنجي مرشد ڪان جيڪو بہ معرفت جو نڪتو ٻڌي، تنهن کي دل جي ورقن ۾ لکي ڇڏي ۽ عمل ڪري، تہ انشاء الله مرشد جي برڪت سان فيض وارو ٿيندو. اي منهنجا مريد ۽ يار: هي جيڪي اسان چئون ٿا اهو حق آهي ۽ اوهان بہ حق ڄاڻو

هر نقط شگفتہ باغي افزوختہ تر ز شب چراغي
لفظش چو طراوت جواني، معنيٰ چو آب زندگاني

اسان هي قيمتي ڪتاب ان لاءِ لکيو آهي تہ ، الله جا طالب، مطالعو ڪن ۽ حقيقت جي باغ جو سير ڪري، معرفت جي گلن جي خوشبوءِ سنگهن. ڇاڪاڻ تہ بي ارادتي جي زڪام سببان، ماڻهن جو مغز بيمار آهي، تنهنڪري معرفت جي گلن جي خوشبوءِ سان مغز ۾ طلب وارو رُوح ، من سرهو ٿئي ۽ دل خوشحال ٿئي. اي

پيارا! علم، ميوي دار وڻ وانگر آهي. پوءِ جيڪو اهو وڻ پوکيندو ، اهو عجيب حڪمتن جا ميوا کائيندو. اسان اوهان مريدن لاءِ هي ڪتاب انهيءَ ميويدار وڻ وانگر پوکيو آهي. سو اوهان اسان جي حڪمن تي عمل ڪري انهيءَ وڻ جا ميوا کائو.

فارسيءَ واري چيو آهي:

هزار نکتۂ باريک تر از موئي اينجاست
نہ هر کہ سر بتراشد قلندري داند

هتي وار کان وڌيڪ سنهڙا نُڪتا آهن. جن کي هر ڪو مٿي ڪوڙيل قلندر ڄاڻي نہ سگهندو.

اي دوستو! هر نڪتو جيڪو اسان چيو آهي، ان کي سچو ڄاڻو. ڇو جو هر هڪ حرف جون سئو غيبي معنائون آهن. ۽ هڪ هڪ ڪلمي جا هزار هزار لاريبي لطيفا آهن ۽ عبارت جي هر حرف ۾ فيض عام ۽ ذوق تمام آهي ۽ هر هڪ معنيٰ جا مفهوم اڻ ڪٿ آهن ۽ هر هڪ ادراڪ جا ڪيئي مقام آهن. ۽ هر حالت ۾ اهڙو ذوق آهي جنهن کي بيان جي تارازي ۾ توري نٿو سگهجي.

اي مريدو! هن وقت جي ماڻهن ۾ جيڪا بي ديني جي موج هلي رهي آهي. انهن خراب حالتن کي مد نظر رکي، اسان کي ڳالهيون ۽ ڪي بيت، ڪن ڪتابن مان چونڊي، اوهان جي فائدي لاءِ لکيا آهن. هن وقت ( 1349ـ 1350 هه) ۾ عدل جي بجاءِ ظلم ، علم جي بجاءِ جهل، ادب جي بجاءِ بي ادبي، سچ جي بجاءِ ڪوڙ ۽ رحم جي بجاءِ غضب عام آهي ۽ اڪثر سمورا موچارا اخلاق، بڇڙين وصفن ۾ تبديل ٿي چڪا آهن.

اين چہ شورست، در دور قمر مي بينم
همہ آفاق پُر از فتنہ وشر مي بينم

اي دوست! زمانو گهڻو ئي ڀلو آهي، پر ڪو پاڻ ماڻهو ڀلو ٿئي. زماني کي خراب چوڻ، اها خود بيجائي آهي. زماني کي خراب چوندڙ، پاڻ خراب آهي. زمانو خراب نہ آهي، بلڪ ماڻهن جا ارڪان ۽ افعال خراب آهن. ان لاءِ اوهان سچن ايمان وارن مريدن کي جڳائي تہ پنهنجي مرشد جي معرفت وارن نڪتن کي لکي، ياد ڪرڻ گهرجي ۽ عمل ڪري فيض وارو ٿيڻ گهرجي. اي يارو! علم وحشي جانور مثل آهي، جنهن کي ٻڌي ڇڏڻ ضروري آهي. مون بہ ان کي ڪتاب جي ورقن ۾ لکي قيد ڪيو آهي ۽ گلاب جي گُل جهڙي خوشبو رکندڙ هر هڪ لفظ کي ڪتاب جي شيشي ۾ گڏ ڪري، اشتهار جي دُڪان تي رکيو اٿم تہ جيئن بي ايرادتي جي زڪام جا ستيل ۽ بيمار، ان جي خوشبوءِ مان روحاني تازگي حاصل ڪري، دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ٿين.

سيد محمد صبغت الله شاهہ
حسيني، هاشمي، جلالي
(1930ع ـ 1349 هـ ـ رتناگري جيل)

# حمد ۽ ثنا

الله تعاليٰ جي حمد، تعريف ۽ ساراهه ايڏي آهي جو اسان لکي نٿا سگهون، مگر
کي ٿوريون سمجهاڻيون مريدن ۽ محبن وارن لاءِ لکيون اٿئون، نه ته ڪير آهي جو
منهنجي مولا سائين جي صفت ۽ ثناءَ بيان ڪري سگهي. هي ست ئي زمينون ۽
آسمان پنا ٿين، ستن سمندن کي مس ڪيون ۽ سيئي وڻ قلم ڪيون، ته به قادر
ڪريم جي حمد ۽ ساراهه جو حق ادا ڪري نه سگهنداسون. هُو بي نياز آهي، بي
پرواهه آهي، آسمانن کي سج، چنڊ، تارن ۽ ڪهڪشائن سان ۽ زمين کي گُلن،
ٻوٽن، پهاڙن ۽ حسين نظارن سان سينگاريندڙ آهي. انسانن، جيتن، جانورن، وڻن
۽ ٻوٽن جي جياپي لاءِ دريائن، آبشارن ۽ چشمن کي جاري ڪندڙ آهي، ٽڏڙين
هيرون هلائيندڙ آهي، ڪڪرن مان مينهن وسائي بنجر ۽ ٻوٽ زمينن کي سر
سبز ۽ شاداب ڪندڙ آهي. اهو رب تمام رحيم ۽ مهربان آهي. شال اسان جي
حال تي رحم ۽ ٻاجهه فرمائي. (آمين)

# اٺي اور الله سين

اي فقيرو! اٿي ويٺي، ڏک سک ۽ هر لمحي ۽ موقعي تي الله کي ياد
ڪرڻ ، مومن ٻانهي جو ڪم آهي، ڇو ته رب جي رضا کان سواءِ وڻ جو هڪ پن ب
چرندو ناهي. سُک ۽ آرام ۾ رب کي ياد ڪرڻ ۽ شڪر بجاءِ آڻڻ سان ، اجا ب
وڌيڪ نعمتن ۽ برڪتن جي نوازش ٿيندي آهي، ڏک تڪليف ۽ مصيبت ۾
مالڪ کي ياد ڪرڻ سان، تڪليفون ۽ پريشانيون دُور ٿينديون آهن، ته روحاني
سڪون ۽ دل جي اطمينان واري دولت ميسر پڻ ٿيندي آهي ۽ رب ڪريم جي
محبت ۽ قرب جو حصول ٿيندو آهي.

# هدايتون ۽ تنبيهون

- جنهن ماڻهو کي تون ڌڪارين، ان کان ڊپ ڪر.
- نانگ توکي تڪليف ڏئي، تنهن کان اڳ چونه ان کي تون مارين.
- جو شخص بڇڙائي کي نٿو سڃاڻي، ان مان بڇڙائي جو ڊپ رک.
- ڪاڌي جي هَبچ کان پاسو ڪريو. جو هبچ ماڻهوءَ کي نماز کان سُسست ڪري ٿي، پيٽ کي خراب ڪري ٿي ۽ ماڻهوءَ کي بيمار ڪري ٿي.
- اهو ماڻهو چڱي قسمت وارو آهي ، جيڪو لالچ کان پاسو ڪري ٿو ۽ دل کي نفساني خواهش کان پلي ٿو.
- الله تعاليٰ جي نعمتن جو سڀ کان وڏيڪ حقدار، توڪل ڪندڙ آهي.
- الله تعالي پنهنجا واعدا پنهنجي دڙڪن سان ڳنڍي رکيا آهن، ته جئين ماڻهونيڪيءَ کي ڳولي لهن ۽ بڇڙاين کان بچندا رهن.
- جنهن شخص ۾ صبر سان مصيبتن ۽ تڪليفن سهڻ جي طاقت آهي تنهن کي ايذاءُ هرگز پهچي نٿو سگهي. جيئن اسان ساڻ ٿيو ته به پرواهه ناهي.
- گهٽي ڳالهه کي ٿورن لفظن ۾ چوڻ ، اهو عقلمند جو ڪم آهي.
- بي انصافي، نڱي ۽ واعدي خلافي، اهي ٽيئي شيون جنهن ۾ هونديون، اهو جلدي خراب ٿيندو.
- الله تعاليٰ ان ماڻهو تي رحم ۽ بخشش ڪندو آهي جيڪو خاص خدا ڪارڻ بي گناهه انسانن جي مدد ڪندو آهي.
- جنهن ماڻهو کان صلاح پڇو تنهن کان ڪجهه به نه لڪايو.
- صلاح ان ماڻهو کان پڇو جيڪو الله تعاليٰ کان ڊڄندڙ هجي.

- دل جو حال ڪنهن کي بہ نہ ٻڌاءِ، نہ تہ ان مان خرابي پيدا ٿيندي.
- اهو ماڻهو ڀلو آهي، جيڪو توبهہ ڪندڙ تي خوش ٿئي ٿو ۽ ساري خلق جي حق ۾ الله تعاليٰ کان ايمان ۽ بخشش جي دُعا گهري ٿو.
- جو ماڻهو تو تي حسد ڪري، ان کي اِها سزا ڪافي آهي جو اهو تو کي خوشيءَ ۾ ڏسي سدائين غم ۾ رهي ٿو.
- دولت ۽ پيسي جي طلب کان علم جي طلب بهتر آهي.
- علم واري دولت باقي رهندڙ ۽ پئسي واري دولت فنا ٿيندڙ آهي.
- علم ايترو ضرور پڙهجي جو، مذهب جي خبر پوي يعني ڪلام الله شريف ۽ مادري زبان جو علم پهرين پڙهي، ان بعد ڪجهہ فارسي پڙهي ۽ عربي بہ ضروري ديني علم آهي، جيڪا فارسي بعد پڙهڻ گهرجي ، زالن کي فقط قرآن شريف پڙهائجي ۽ نور نامون سنڌي ڪتاب بہ سکي ياد ڪيو.
- عاقلن ۽ عالمن جي صحبت ڳوليو ڇاڪاڻ جو اهو ماڻهو هوشيار ٿئي ٿو جيڪو چڱي صحبت ۾ رهي ٿو.
- علم لاءِ عيب، ٻناڪ آهي ۽ صبر ايمان جي نشاني آهي.
- گهڻو علم، نيچي نسب کي بہ لڪائي ڇڏيندو آهي.
- مرد جو سينگار علم آهي، جيئن زالن جو سينگار ڳهہ آهي.
- ڪنهن بہ ماڻهو جي بي وقوفي ٻن ڳالهين مان پروڙي سگهجي ٿي. هڪ اهو ڳالهائي، جنهن سان واسطو نہ هجي، ٻيو ان ڳالهہ جو جواب ڏئي، جيڪا ڪائنس پڇيل نہ هجي.
- ڪڙيءَ کان سواءِ ٻڌي ۽ اتفاق جا سڀ ٻندڻ ٽٽي پون ٿا.
- ڪاوڙ وقت ماٺ ڪريو، خوشيءَ وقت ٿورو کلو ۽ ڏک وقت صبر ڪيو.

- مذهبي علم سکڻ، مرد ۽ عورت ٻنهي تي فرض آهي.
- جهالت کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ تنگي نہ آهي، علم جهڙي ٻي ڪابہ دولت نہ آهي.
- غرور ۽ تڪبر کان وڌيڪ ٻي ڪابہ برائي نہ آهي ، نياز ۽ نوڙت کان وڌيڪ ٻي ڪابہ چڱائي نہ آهي.
- پينگهي کان وٺي قبر تائين ديني علم سکندو رهجي.
- علم جي طالب کيو توڙي چين ۾ هجي.
- ڪنهن جي ڳالهائڻ ۾ جادو جهڙو اثر هوندو آهي، ڪو تہ ويچارو پيو پڻندو آهي.
- بيشڪ بعض بيانن ۾ جادو آهي، بعض علمن ۾ جهل آهي ۽ بعض شعرن ۾ حڪمت آهي.
- دنيا لاءِ ايترو ڪماءِ جو جڏهن سيا ٽي مرندين ۽ آخرت لاءِ ايترو ڪماءِ جو هميشہ رهندين.
- همت ايمان جو جزو آهي ۽ الله تعاليٰ بہ همت واري جي مدد ڪري ٿو ۽ بي همت کان بيزار آهي.
- مٿيون ( ڏيڻ وارو) هٿ ، هيٺيئن ( وٺڻ واري) هٿ کان ڀلو آهي.
- جيڪو خير گهرندو، سو نا اميد نہ ٿيندو.
- جيڪو صدقو ۽ خيرات ڪندو، سو تنگ نہ گذاريندو.
- تدبير ۽ ڪفايت سان هلڻ اڌ گذران آهي، خرچ ۾ ڪفايت ڪرڻ چڱو آهي.
- جيڪو واعدي انجام جو پورو ناهي، ان وٽ نہ دين آهي نہ ايمان.
- ڪچهري جي ڳالهہ امانت سان سانديو ۽ ڪنهن سان نہ ڪيو.
- سڀ کان وڏي خيانت اها آهي، جو تون پنهنجي ڀاءُ کي اهڙي ڳالهہ چوين، جنهن کي هو سچ سمجهي، حالانڪہ اها ڪوڙي هجي.

- منافق جون ٽي نشانيون آهن. ڳالهہ ڪندو تہ ڪوڙ ڳالهائيندو، واعدو ڪندو تہ پورو نہ ڪندو، امانت ڏبي تہ خيانت ڪندو.
- نيڪي جو هر ڪم صدقو آهي، خير ڪي ڳوليو تہ خير لهو، مسلمان ڀاءُ سان نيڪي ڪرڻ گهرجي . پرلڄ سان لڄ ٿجي، نہ تہ خوامخواهہ تڪليف سهڻي پوندي.
- نيڪي جو رستو ڏيکاريندڙ ، نيڪي ڪندڙ جهڙو آهي، جيئن مرشد يا عالم رباني.
- بڇڙائي جو رستو ڏيکاريندڙ ، بڇڙائي ڪندڙ جهڙو آهي، مرشد جي حڪم تي نہ هلڻ بہ وڏي بڇڙائي آهي.
- پنهنجي وڏن جي عزت ڪريو، تہ سياڻي اولاد بہ اوهان جي عزت ڪندي.
- خيرات ڪرڻ ۾ مال نہ ٿو گهٽي پر يقين سچو رکجي نہ تہ جهڳڙو ئي جهڙ.
- قيديءَ جا بند ڇڙيو، مدد گهرندڙن جي مدد ڪيو ۽ بکايلن کي کارايو.
- جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي عزت ۽ حفاظت ڪندو آهي، تنهن جي عزت ۽ حفاظت الله تعاليٰ ڪندو آهي.
- دوست سان دوستي آهستي وڌائجي، متان ڪنهن ڏينهن اهو ساڳيو دشمن ٿي پوي.
- دشمن سان دشمني آهستي وڌائجي، متان ڪنهن ڏينهن اهو ساڳيو دوست ٿي پوي.
- جنهن ماڻهوءَ ۾ حَيا آهي، اهو يقيناً ايمان وارو آهي.
- ڀاءُ جي تڪليف ۽ مصيبت تي نہ کِل متان الله ان کي ڇڏائي، توکي هميشہ لاءِ مصيبت ۽ آزمائش ۾ وجهي.

- گدڙ جي سئو سالن جي زندگي کان، شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي ڀلي آهي.
- جيڪڏهن توهر حيا نه آهي، پوءِ جيڪي وڻئي سو ڪر.
- خوشي وقت شڪر ڪرڻ ۽ مصيبت مهل صبر ڪرڻ ايمان جون نشانيون آهن.
- دشمن کي فرصت نه ڏجي جيترو ٿي سگهي جلد ڪپائجيس ، پر جي معافي ڏجي ته پوءِ ٻئي ڳالهه آهي.
- ڪنهن به ڪم ۾ تڪڙ نه ڪرڻ گهرجي جو اهو شيطان جو ڪم آهي.
- علم ۽ هُنر سکڻ ضروري آهي ، نه ته ماڻهوءَ ۽ جانور ۾ ڪهڙو فرق، پيٽ ته ڪُتا به پيا پالين، پيٽ جو فڪر نه ڪجي جو روزي رسائيندڙ الله تعاليٰ آهي.
- هٿيار ڌارڻ مڙس ماڻهو جو ڪم آهي، ڇو جو هٿيار هوندي ، دل کي طاقت آهي ۽ ان سان سڀ ڪجهه ڪري سگهجي ٿو. لٺ ۽ ڪهاڙي کي به هٿيار چئي سگهجي ٿو. پر هٿيار قاعدي موجب لائيسنس سان ڌارجي جو اهڙو قاعدو هتي آهي ۽ عربستان ڏي ۽ ٻين بادشاهن ۾ هٿيار رکڻ جي منع ڪانه آهي، سواتي وارا ماڻهو بنا لائسنس به هٿيار رکي سگهن ٿا.
- انسان کي الله تعاليٰ کانسواءِ ڪنهن به شيءَ کان ڊڄڻ نه گهرجي. جو جيارينڌڙ ۽ مارينڌڙ اهو ئي آهي. اها خاصيت جنهن ماڻهوءَ ۾ هوندي اهو ايمان وارو آهي ۽ اسان جو سچو مريد آهي.

# اسلام

اسلام پنجن قولن کي چئجي ٿو. الله تعاليٰ کي هڪ مڃڻ ۽ ڪنهن کي به ان جو شريڪ نه سمجهڻ . محمد ڪريم ﷺ کي سڪ ۽ ويساهه سان آخري نبي ۽

رسول ڄاڻڻ. پنج وقت نماز پڙهڻ. رمضان شريف جا روزا رکڻ. ذڪواة ڏيڻ ۽ صاحب توفيق جو. بيت الله شريف جو حج ڪرڻ.

## ايمان

ايمان جو واسطو دل ۽ دماغ سان آهي ۽ خاص ستن شين تي ايمان رکڻ لازم آهي . الله تعالىٰ تي ايمان آڻڻ . ملائڪن تي ايمان آڻڻ ، آسماني ڪتابن تي ايمان ، سڀني رسولن تي ايمان، آخرت تي ايمان، تقدير تي ايمان، ۽ موت ڪانپوءِ قيامت جي ڏينهن ٻيهر جيئري ٿيڻ تي ايمان آڻڻ ضروري آهي.

## وضو جو بيان

وضو جا چار فرض آهن منهن ڌوئڻ، ٺونٺين سميت ٻئي هٿ ڌوئڻ، مٿي جي چوٿين حصي جي مک ڪرڻ ۽ پيڏين سميت پير ڌوئڻ.

جڏهن ڪو به ماڻهو سچي دل ۽ ارادي سان وضو ڪندو آهي ته ، تي پيرا هٿ ڌوئڻ سان ، هٿن وارا گناهه معاف ٿي ويندا آهن. منهن ڌوئڻ سان منهن وارا گناهه ۽ پيرن ڌوئڻ سان ،پيرن وارا گناهه معاف ٿيندا آهن ۽ جڏهن وضو جي سڀني فرضن ۽ سنتن کي پورو ڪري، فارغ ٿيندو آهي ته گناهن کا پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو آهي.

پر اهو به شرط آهي ته، وضو ڪانپوءِ، خالص الله سائين جي عبادت جو ارادو هجي، نه ڪي دنياجو خيال هجي ته ماڻهو عابد ۽ زاهد چون. جي ائين ڪندو ته پوءِ ڪجهه به حاصل نه ٿيندو، اٽلندو گناهه ٿيندس.

## ڏندڻ

وضو سهل ڏندڻ ڪرڻ سنت آهي، محبوب ڪريم عليه الصلواة و السلام جي هر هڪ سنت کي مڃڻ گهرجي. سنت جي منڪر جي شفاعت ڪانه ٿيندي. ڏندڻ ڏيڻ مان به فائدا آهن، هڪ ته رسول خدا ﷺ جو حڪم آهي ۽ ٻيو ته ڏندڻ سان اڌ بيماريون ختم ٿين ٿيون ۽ ڏند به خراب نٿا ٿين ۽ هاضمو درست رهي ٿو. ڏندڻ نه ڏيڻ سبب وات جو نزلو ٿئي ٿو ۽ هر وقت وات ۾ بدبوءِ رهي ٿي. ڏندڻ سوا گراٺ جيترو هجي ۽ جڏهن ٻاڪوءَ جيترو بچي تڏهن ڦٽو ڪجي. ان شخص جي حال تي حيف آهي، جيڪو هيترن فائدن باوجود ڏندڻ نه ٿو ڏئي. پر

جي ڪنهن لاچاري سبب ڪان ڏندڻ نہ ڏئي سگهي، تہ لوڻ هٿي وات کي آگر سان خوب مهٽي،پر ڏندڻ ضروري آهي. ڏندڻ ڏيئي نماز پڙهڻ جو ثواب ، بنا ڏندڻ واري نماز ڪان، ستر درجا وڌيڪ آهي، ڪنز العبرت ۽ حديث شريف ۾ ائين لکيل آهي .

چار فضيلتون بلڪل چڱيون آهن ۽ اهي چارئي سيني نبين سڳورن جون سنتون آهن : گناهن ڪان پاڻ کي بچائڻ ، خدا جو خوف ۽ حيا، بلوغت ڪان اڳي ختنو (طهر) ڪرائڻ ۽ ڏندڻ ڏيڻ ۽ نڪاح ڪرڻ (والله علم بالصواب)

# غسل جا احڪام

غُسل ۾ ٽي فرض آهن : گُرڙا ڪرڻ، جو پاڻي نڙي تائين پهچي، نڪ ۾ پاڻي چاڙهڻ ۽ سڄي جسم تي هڪ پيرو پاڻي اهڙي طرح وهائڻ جو هڪ وار بہ خشڪ نہ رهي. تڙ لاهڻ ۽ غسل ڪرڻ جو مسنون طريقو هن طرح آهي جو سڀ ڪان اول ٻئي هَٿ ڌوئي صاف ڪري ۽ ان بعد ، چڱي طرح استنجا ڪري ۽ جيڪا بہ جسم تي پليدي لڳل هجي، تنهن کي ڌوئي، ۽ پوءِ وضو ڪري ۽ گرڙيون ڪرڻ مهل ، پاڻي کي نڙي تائين پهچائيندي ، ٽي ڀيرا گرڙا ڪري ۽ ٽي ڀيرا نڪ ۾ پاڻي چاڙهي ۽ پوءِ بقايا وضو پورو ڪرڻ بعد، سڄي جسم تي ٽي ڀيرا پاڻي وهائي ۽ هڪ وار جيتري بہ جڳهہ سُڪي نہ رهي. غسل ڪرڻ مهل گوڏ يا پوتڙو پاتل هجي تہ بهتر آهي. گهڻو وقت تڙ جي حالت ۾ رهڻ خراب آهي. غسل جي حاجت مهل، جلد غسل ڪري ، پاڪ صاف رهڻ گهرجي.

# تيمم جا مسئلا

جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙو بيمار آهي جو سمجهي ٿو تہ وضو يا غسل ڪرڻ سان ، سندس بيماري اڃا بہ وڌي ويندي يا اهڙي جاءِ تي پهتو آهي جو چوڌاري پري پري تائين پاڻي ملڻ جو آسرو ڪونهي، تہ پوءِ نماز وغيره لاءِ تيمم ڪرڻ جو حڪم آهي. تيمم جا هي فرض آهن نيت، ٻئي هٿ پاڪ صاف مٽي تي هڻي سڄي منهن تي مکڻ ۽ پوءِ ٻيهر هٿ زمين تي هڻي، ٻنهي ٻانهن تي ٺونٺين سميت ڦيرڻ. وضوءِ غسل (تڙلاهڻ) لاءِ تيمم جو اهو طريقو ساڳيو آهي،

خاص ڪري " ٿر" ۽ ڪوهستان واري جماعت " تيمر " جي مسئلن کي ياد ڪري، جو اتي پاڻي جي قلت آهي.

## موزن تي مک ڪرڻ

موزن جي مٿان مَک ڪرڻ جائز آهي، وضو يا غسل ڪرڻ بعد،موزا پائڻ کانپوءِ اهو حڪم شروع ٿئي ٿو. جيڪڏهن مسافر آهي ته ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون موزن مٿان مَک ڪندو رهي ۽ جيڪڏهن مُقيم آهي ته پوءِ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات تائين وضو ڪرڻ مهل ، صرف موزن مٿان مک ڪري سگهي ٿو، پر جيڪڏهن ڪنهن کي تڙ يا غسل جي شرعي حاجت ٿي پوي، ته پوءِ موزا لاهي ۽ تڙ ڪري پوءِ موزا پائيندو. موزن جي مک فقط وضو ٽُٽڻ جي صورت ۾ آهي. جيڪو موزن جي مک ڪرڻ کي جائز نه ٿو سمجهي سو منافق ۽ رافضي ٿي آهي.

## پليدي جا قسم

نجاست، پليدي يا ناپاڪائي جا ٻه قسم آهن. حقيقي نجاست ۽ حُڪمي نجاست حقيقي پليدي جو مطلب آهي، اهڙي ظاهري ناپاڪائي جيڪا ظاهر ظهور ڏسڻ ۾ اچي، جيئن پيشاب، ڪاڪوس، رت، شراب، وغيره حڪمي پليدي اها آهي جيڪا شرعي حڪم سان ثابت ٿئي پر ڏسڻ ۾ نه اچي ، جيئن بي وضو هجڻ يا غسل جي حاجت هجڻ". الله تعاليٰ جي عبادت، نماز لاءِ جسم جاءِ ۽ ڪپڙي جو انهن مٿين ٻنهي پليدين کان پاڪ هجڻ ضروري آهي. حُڪمي پليدي جا ٻه قسم آهن حدث اصغر ۽ حدث اڪبر. حدث اصغر،معنيٰ بي وضو ٿين ، ان حالت ۾ وضو ڪرڻ لازم آهي. پوءِ نماز يا عبادت ادا ڪئي ويندي حدث اڪبر معنيٰ تڙ پئجي وڃڻ، ان حالت ۾ غسل ڪرڻ لازم آهي.

حقيقي پليدي جا پڻ ٻه قسم آهن. هڪ سخت ناپاڪي، جنهن کي غليظ چئبو آهي ۽ ٻئي هلڪي ناپاڪي، جنهن کي خفيف چئبو آهي. ماڻهوءَ جو پيشاب يا ڪاڪوس ۽ جانورن جو ڪاڪوس، حرام جانورن جو پيشاب، ماڻهو يا جانور جو وهندڙ رت، شراب، ڪُڪڙ يا ٻَدڪ جي وِٺ اهي سڀ شيون غليظ نجاستون آهن. باقي حلال جانورن جو پيشاب ۽ حرام پکين جي وِٺ خفيف نجاستون آهن غليظ نجاست جيڪڏهن تمام ٿورڙي آهي ته معاف آهي، يعني:

جيڪڏهن ٿوري پليدي بدن يا ڪپڙي تي لڳل هجي ۽ نماز پڙهجي تہ اها نماز ٿي ويندي، پر مڪروهہ ٿيندي، جيڪڏهن خفيف پليدي ڪپڙي يا ڪنهن بہ هڪ عضوي جي چوٿائي کان گهٽ هجي تہ معاف آهي.

پليدي ڪهڙي بہ هجي ڪپڙي تي هجي يا بدن تي، ٽي ڀيرا پاڻي سان چڱي طرح ڌوئڻ سان پاڪ ٿي ويندي آهي. اي فقيروءِ! اسان وڏي محنت سان هي مسئلا لکون ٿا. جن کي چڱي ريت سکي ياد ڪيو، نہ تہ اسان جي محنت اجائي ويندي.

## آذان

پنج وقت نمازن جي صحيح وقت شروع ٿيڻ سان ئي، نمازن لاءِ آذان ڏيڻ ۽ نماز جي فرض با جماعت پڙهڻ کان اڳ ، تڪبير چوڻ لازم آهي. ان کان سواءِ ٻار جي ڄمڻ بعد، ساڄي ڪن ۾ آذان ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير ڏيڻ بہ مستحب آهي. مرگهيءَ واري مريض جي ڪن ۾ ، ميت کي دفنائڻ بعد قبرستان ۾ ، مسافر رستو ڀلجي وڃي تہ ان وقت ، زلزلو يا باهہ لڳڻ وقت، آذان چوڻ مستحب ۽ تڪليفن کي ٽاريندڙ آهي.

## نماز جي فضيلت

اي فقيروءِ! جيڪڏهن اوهان روزانو بان واهہ ناري، يا جمڙائو تان پنج ڀيرا غسل ڪيو تہ ضرور اوهان جي جسم جان تي ڪابہ مٽيءَ يا پليدي ڪانہ رهندي، اهڙي طرح پنج وقت نماز پابندي سان پڙهڻ ڪري، ٻانهو گناهن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو آهي. ڄاڻي واڻي نماز نہ پڙهڻ يا جماعت ڇڏي ڏيڻ وڏو گناهہ آهي، نمازي جيستائين نماز ۾ هوندو آهي، اوتري دير الله تعاليٰ جي خاص امان، حفاظت ۽ رحمت ۾ هوندو آهي. نماز م اسان جي محبوب ڪريم ﷺ جون مبارڪ اکيون ٺرنديون هيون. پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليہ بہ نماز نہ پڙهندڙ ۽ جماعت ۾ نہ پهچندڙ فقير کي سزا ڏيندا هئا. نماز ايمان جي پاڙ آهي، نماز پڙهڻ سان دعائون قبول ٿين ٿيون، رزق ۾ برڪت پوي ٿي ۽ دشمن دفع ٿين

ٿا. نماز سبب سڪرات سولي ٿيندي، نماز قبر جي وروٺهن آهي، قيامت جي ڏينهن به اول پڇا نماز جي ٿيندي. محشر جي ڏينهن نمازي ڏڪيل هوندا.

## زڪواة جي اهميت

زڪواة اسلام جو اهم رُڪن آهي، زڪوٰة شاهوڪارن ۽ مالدارن تي فرض آهي. زڪوٰة ايمان جي نشاني ۽ قومي زندگيءَ جو ذريعو آهي، جنهن سان محتاجن سان همدردي ۽ انسانيت جي خدمت ٿئي ٿي. زڪوٰة ڏيڻ سان مال پاڪ ٿئي ٿو، مال ۾ برڪت پوي ٿي، غريبن ۽ مسڪينن جا مسئلا حل ٿين ٿا ۽ الله تعاليٰ جي رضا ۽ خوشنودي حاصل ٿئي ٿي. اي فقيروءَ!.جيڪي به اوهان ۾ مالدار ۽ شاهوڪار آهن ، سي پنهنجي مال جي چاليهين پتي بطور زڪوٰة ڪڍي، پنهنجي هٿن سان مسڪينن ، يتيمن، بيواهن ۽ بي سهارن کي ڏين، رب ڪريم اوهان کي وڏيڪ نوازيندو، آل رسول، يعني سيد ذات کي زڪوٰة ۽ صدقي جو مال نہ ڏجو. بلڪ مسڪينن سيدن کي پنهنجي باقي مال مان ضرور ڏيندا رهجو. سيد ذات کي حال آهر ڏيڻ ۾ ٿورو يا احسان نہ سمجهڻ گهرجي، بلڪ محبوب ڪريم عليہ الصلوٰة والسلام جي نسبت ۽ محبت سمجهي ڏيڻ گهرجي.

## روزن جي فضيلت

رمضان شريف جا روزا بہ هر هڪ عاقل، بالغ مرد ۽ عورت تي فرض آهن. روزا رکڻ سان نفساني خواهشن ۽ شهوتن کان حفاظت ملي ٿي، روزو جسم ۽ روح لاءِ هڪ خاص پرهيز ۽ احتياط جو نالو آهي ۽ روزن رکڻ سان هاضمو درست رهي ٿو.جو هاضمي جو درست هجڻ سڀني بيمارين جو علاج آهي. روزو گناهن کان بچڻ جي ڍال آهي، روزيدار جي وات جي بوءِ الله تعاليٰ کي مشڪ ۽ عنبر کان وڌيڪ پيار هوندي آهي.

نفلي روزن رکڻ جو بہ وڏو ثواب آهي، عيد جي ڏينهن روزو نہ رکيو ويندو، جُمعہ ۽ سومر تي روزو رکڻ سنت آهي، نائين ۽ ڏهين محرم شريف جي ڏهاڙن تي روزي رکڻ ۾ تمام گهڻو ثواب آهي. پندرهين شعبان ۽ ستاويهين رجب تي به روزو رکڻ ڪار ثواب آهي. ايام بيض جي روزن جي بہ وڏي فضيلت آهي ، يعني هر

هڪ اسلامي مهيني جي تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين تاريخ جا روزا رکڻ. حديث پاڪ ۾ " دائودي روزن" جي به وڏي فضيلت آهي. جو الله جو نبي حضرت دائود عليہ السلام هڪ ڏينهن ڇڏي ، ٻئي ڏينهن هميشہ روزو رکندو هو.

## بيت الله شريف جو حج

سڀ کان پهرين عمارت " بيت المعمور" آهي، جيڪو ملائڪن جو ڪعبو ۽ ستن آسمانن کان مٿي آهي، ان بعد الله تعاليٰ جو پهريون گهر، ڪعبة الله شريف، مڪي پاڪ ۾ آهي، جيڪو به شخص ڪعبةالله شريف تائين رسائي جي طاقت رکي ٿو، ان مٿان زندگيءَ ۾ هڪ ڀيرو بيت الله جو حج ڪرڻ فرض آهي.

خلوص، سچائي ، محبت ۽ نيڪ نيتي سان، الله جو فرض حج ادا ڪرڻ سبب، حاجي جا گناهہ معاف ٿي ويندا آهن. ۽ حج جي قبول ٿيڻ جي خبر معلوم ڪرڻ آسان آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو حج تي وڃڻ کان اڳ ڪي خراب ڪم ۽ گناهہ ڪندو هو ۽ حج تان واپسي بعد اهي هر قسم جا ڏوهہ ۽ گناهہ ڇڏي، زندگي جي پڇاڙي تائين الله جي عبادت ۽ ياد کان غافل نہ ٿو رهي تہ ان جو حج مبرور يعني قبول پيل آهي. پر جي حج تان موٽڻ بعد اهي گناهہ ۽ لچايون نٿو ڇڏي تہ پوءِ معاذالله ان جو حج قبول ناهي. حج ۽ بيت الله شريف بابت ، ڪي ڳالهيون، اسان پوءِ لکنداسون، هتي ابتدائي ڳالهيون لکڻ ضروري هيون، تنهنڪري لکيون آهن. هاڻ هتي چند ڳالهيون محبوب ڪريم عليہ الصلوٰة والسلام جي روضہءِ انور جي زيارت بابت لکنداسون.

## روضہءِ رسول الله ﷺ جي زيارت

اي فقيرؤ! جڏهن به حج يا عمري لاءِ وڃو، تہ مديني شريف ۾ حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ضرور ڪجو. جو پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي. " جنهن منهنجي قبر مبارڪ جي زيارت ڪئي، ان لاءِ

منهنجي شفاعت واجب آهي. "ڏسو اسان گنهگارن تي محبوب ڪريم ﷺ جي ڪيڏي مهرباني آهي. مڪي شريف ۽ مديني شريف جي وچ ۾ جيڪي به مسجدون آهن، جن ۾ حضور نبي ڪريم عليہ الصلوٰۃ والسلام نمازون پڙهيون آهن. انهن جي به زيارت ڪرڻ ضرور وڃجو ۽ جيترا گهڻا ٿي سگهن، انهن مسجدن ۾ نفل پڙهجو. جڏهن اوهان جي نظر مديني پاڪ جي منارن ۽ وڻن تي پوي ته سواري تان لهي، صلاتون سيد تي ۽ سوين درود ۽ سلامن جا سچي دل سان پڙهندا پيادل هلندا رهجو. محبوب ڪريم ﷺ جي روضي انور جي حاضري کان اڳ وهنجي، نوان يا ڌوتل ڪپڙا پائي، خوشبوءِ لڳائي حاضر ٿجي انتهائي ادب، نوڙت ۽ احترام هجي، روضي مبارڪ کي سجدو نه ڪبو ۽ نه پٽين ۽ جارين کي هٿ هڻجو جو اها بي ادبي آهي. بلڪ محبوب جي مزار انور جي سامهون خاموشي سان باادب ، هَٿ ٻڌي ، صلاتن ۽ سلامن جا نذرانا پهچائجو جو اتي الله جا ملائڪ به احترام سان ايندا آهن.جڏهن مديني پاڪ مان پوئتي ڳوٺ ڏي موٽڻ جو ارادو ڪيو ته، روضي مبارڪ تي اچي موڪلائجو ۽ وڏي سڪ ۽ محبت مان ، جدائي کي ياد ڪندي عرض ڪجو ته ، يا رسول الله ! مان وڃان ٿوءِ هي وڏو وڇوڙو آهي، قيامت جي ڏينهن مون گنهگار جي شفاعت فرمائجو مان ايرو، گنهگار، تو کي پرتو آهيان، اهي اڪر سڪ ۽ محبت وڃان اکين مان پاڻي آڻي عرض ڪجو. شال رب ڪريم مڙني کي حرمين جي حاضري ۽ زيارت نصيب فرمائي (آمين)

## جنتين جون صفون

قيامت جي ڏهاڙي ، جنتي ماڻهن جون ڪُل هڪ سئو ويهه صفون ٿينديون. جن مان چاليهه صفون، سوا لک، نبين سڳورن جي امت هوندي ۽ باقي اسي صفون

اسان جي محبوب ڪريم عليہ الصلوٰة والسلام جي امت جون هونديون، اُمتي جو مطلب آهي، حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي متابعت ۽ محبت رکڻ وارو بخشش جو سبب بہ متابعت ڪرڻ آهي، تنهن ڪري حضور سرور عالم ﷺ جن جي پيروي ڪرڻ ضروري آهي.

## چڱو ڳالهائڻ يا خاموش رهڻ

بيڪار، فضول ۽ بي قاعدي ڳالهائڻ کان ماٺ ڀلي آهي، مصرعہ آهي تہ: "جيڪي منجهہ ماٺ، سو ڪُڇڻ مان ڪين ٿئي". دانا ماڻهن جو ڪم آهي ٿورو ڳالهائڻ، ٿورو کائڻ ۽ ٿورو سُمهڻ، آهستي کائڻ ۽ آهستي هلڻ، اهو بہ فضيلت واري ماڻهوءَ جو ڪم آهي.

## حڪمتي قول

اهو شخص وَس ڪئي (ڪڏهن بہ) بيمار نہ ٿيندو جيڪو روزانو وهنجندو، هڪ ڀيري ڏينهن ماني مٿائي کائيندو ۽ ٻئي ڏينهن ڪپڙا بدلائيندو چوٿين ڏينهن روزو رکندو هفتي ۾ هڪ ڀيرو جماع ڪندو روزانو ورزش ڪندو يا ايترو پنڌ ڪري جو پگهر نڪري ۽ ڇهين مهيني جلاب وٺندو تہ وسئون بيمار نہ ٿيندو جو شخص اسان جو مريد سڏائي ٿو، اهو هن ڪتاب ۾ لکيل حڪمن تي عمل ڪري ۽ جيڪو اسان جي حڪمن ۽ هنن نصيحتن تي عمل نہ ٿو ڪري، اهو سڀني ماڻهن ۾ بي نصيب آهي ۽ نفساني خواهشن جو مريد آهي.

## گِلا

گلا وڏو گناهہ آهي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ ، "اي ايمان وارؤ! گهڻن گُمانن کان بچو بيشڪ ڪجهہ گمان گناهہ آهن ۽ نہ هڪ ٻئي جي جاسوسي ڪيو ۽ نہ توهان مان هڪڙا ٻين جي گلا ڪن، ڇا توهان مان ڪو بہ پسند ڪندو تہ پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي، پوءِ توهان ضرور ان کي ناپسند سمجهندؤ."

ڳِلا حرام آهي ۽ حديث شريف موجب، ڳلا زنا کان بہ وڌو گناهہ آهي، ڳلا ڪندڙ جي دُعا ۽ عمل قبول نہ پوندا آهن ڳِلا نيڪين لاءِ ائين آهي، جيئين سڪل گاهہ لاءِ باهہ. قيامت جي ڏينهن ڳِلا خور مان اهڙي بدبوءِ ايندي جو ڪوبہ ڪيس پر ۾ بيهڻ نہ ڏيندو.

پر ٻچڙن ماڻهن جي ڳلا ڪرڻ جائز آهي، من اهي ڳِلا ٻڌي ٻچڙايون ڇڏي ڏين جيئين (1) عيب اگهاڙيندڙ (2) ظالم ۽ انصاف نہ ڪندڙ حاڪم (3) شراب پيئندڙ (4) چئن يارن سڳورن کي نہ مڃيندڙ وغيره.

## نيڪين ۽ بُراين جو بنياد

سيني ٻچڙاين جو مٿو دنيا ۽ دولت آهي ۽ سيني نيڪين جو بنياد. دنيا کي ترڪ رکڻ آهي، جنهن دنيا کي ترڪ ڪيو، ان سان الله تعاليٰ جي مدد ڳڏ آهي، ۽ جنهن دنيا سان دل رکي، ان وٽ بيشڪ شيطان جو گهر هوندو اها دنيا جيڪا حلال مال جي پيدائش آهي، ان جي زڪوٰة ڪيجي، پوءِ ڪيتري بہ هجي، جيڪڏهن ڪوبہ مسلمان ٻچڙو ڪم ڪري تہ پهريان ان کي مڙئي ڳڏجي سمجهايو، تہ اهو ڪم ڇڏي ڏئي، پر ان هوندي بہ نہ ڇڏي تہ ان کان سيپ لاڳاپا ٽوڙي ڇڏيو.

## شيطان جا دشمن

حضرت محبوب محمد چام ﷺ جن شيطان کان پڇيو تہ منهنجي امت ۾ تهنجا گهڻا دشمن آهن. شيطان ورندي ڏني تہ هڪ توهان (2) عادل بادشاهہ (3) نوڙت ڪندڙ (4) دغا نہ ڪندڙ ۽ سچ ڳالهائيندڙ تاجر. (5) متقي ۽ پرهيزگار عالم (6) الله جا احڪام مڃيندڙ ۽ ٻين کي نصيحت ڪندڙ مومن (7) گناهن کان توبہ ڪندڙ، (8)پرهيز گار سخي (9) هميشہ باوضو رهندڙ (10) ۽ سهڻن اخلاقن وارا.

# شيطان جا دوست

ابليس شيطان جا دوست هي آهن. (1) ظالم حاڪم (2)تڪبر ڪندڙ (3) خيانت ڪندڙ تاجر (4) شرابي (5) ناحق خون ڪندڙ (6) وياج خور (7) يتيمن جو مال کائيندڙ (8) زاني (9) زڪوٰة نه ڏيندڙ (10) اهو ماڻهو جيڪو پيٽ پوڄڻ ۾ مشغول هجي، نه نماز پڙهي نه روزا رکي ۽ نه توبه ڪري.

# خزانو

علم به هڪ خزانو آهي. عالم کي گهرجي ته علم جي خزاني مان ماڻهن کي فائدو ڏئي ۽ هدايت ڪري، جي هدايت نه ڪندو ته اهو علم قارون جي خزاني وانگر جاڻڻ گهرجي. تنهن ڪري خلق کي ضرور هدايت ڪن. هي اسان جو هدايتون به جيڪو الله جو بندو پڙهندو ته ان ڪان ڪو به خراب ڪم نه ٿيندو هي ڳالهيون اسان جي سڀ ڪنهن مريد کي ياد ڪرڻ گهرجن ۽ مٿن عمل ڪن، گناهه جا سڀ ڪم ڇڏي ڏين الله کي ياد ڪن، پنهنجي پيشوائن جي عزت ۽ ادب ڪن سيد ذات کي مان ڏين ۽ هي نصيحتون مهيني ۾ هڪ ڀيرو اسان جا مريد گڏجي پڙهن ته الله تعاليٰ جي حڪم سان سين بچڙن ڪمن ڪان محفوظ رهندا. (آمين ثم آمين).

**سيد محمد صبغت الله شاهه**
**هاشمي، حسيني، جلالي**

# رِياءُ

ريا ننڍو شرڪ ۽ اوڏو ڪفر کي آهي. جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو ته ان وقت الله تعاليٰ فرمائيندو ته انهن ماڻهن جو ثواب ڪسي ڇڏيو، جن ڏيکاري لاءِ نماز، ذڪر يا عبادت ڪئي. تنهن ڪري جيڪو به چڱو ڪم ڪجي ته ان ۾ نيت صاف رکجي ۽ هر ڪم الله ڪارڻ ڪجي، نڪي ان لاءِ ته ماڻهو مون کي عابد ۽ نمازي چون.

## شهيد ۽ شهادت

شهيدن جا رُوح سبز پکين جي صورت ۾ ، ۽ جنت جو سير ڪندڙ آهن ۽ اهي قيامت تائين. جنتي طعام ۽ حوض ڪرثر جو پاڻي پيئندا رهن ٿا ۽ حقيقي شهيد اهو آهي جو الله جي راهہ ۾ ڪافرن سان وڙهندي مارجي ٿو. ان کان علاوه باهہ ۾ سڙي فوت ٿيل، درياءَ ۾ ٻڏي ويل، وَبا ۾ مري ويل بہ شهيد آهن، اي فقيرؤ! شهادت اسان حُسينين جي سر جو تاج آهي، ان کي اڳتي وڌي پائڻ، اسان عبادت سمجهون ٿا. جيڪڏهن اسان جي قسمت ۾ شهادت لکيل هوندي تہ سيئي اسان کي مرڪندي موڪلائيندو ڏسندا.

## محبوب جو معراج

حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جي معراج کي نہ مڃڻ ڪفر آهي معراج جي معنيٰ آهي مٿي چڙهڻ، حضور ﷺ جن پنهنجي جسم مبارڪ سان مٿي اُسريا هئا ۽ سندن سواري بُراق هئي، براق "برق" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ وڄ آهي. ڏسو بجلي تي ڪيڏا ڪم ٿين ٿا، هوائي جهاز، ريلون، موٽر، تار ٽيليفون وغيره، جيڪي انسانن ٺاهيان آهن، تن جو ڪيڏو ڪمال آهي، تنهن ڪري ايمان رکڻ گهرجي تہ انهن انسانن کي پيدا ڪرڻ وارو رب ڪريم بہ سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. بُراق جي رفتار ايتري هئي جو جتي نظر پئي ڪٿي، اتي قدم ٿي رکيائين. اهي ڪُل قادر جي قدرت جا ڪارناما آهن.

## ايمان ۽ اتفاق

منهنجا مريدؤ! ڪتاب " ڪنزالعبرت" پڙهي ڏسو تہ حضرت محمد ﷺ جن سان گڏ چند سئو ماڻهن جو لشڪر هوندو هيو ۽ ڪافر هزارن جي تعداد ۾ هوندا هيا. پوءِ بہ منهنجي الله، اسلام جي مدد پئي ڪئي، ان جو سبب هڪ تہ الله تعاليٰ جي مهرباني هئي ۽ ٻيو تہ اصحابن سڳورن جو ايمان ۽ پاڻ ۾ اتفاق هيو جو هڪ

مسلمان شهيد ٿيندو هو تہ ڏهہ ڪافر مارجي ويندا هئا. اڄوڪن مسلمانن جو اهو حال آهي جو جيڪڏهن مسلمان سان ڪافر وڙهندا تہ چوندا تہ اسان جو ڇا وڃي، پاڻ ڄاڻي پنهنجا ڪم ڄاڻي، اها مسلماني نہ چئبي.

جيڪڏهن بہ مسلمان پاڻ ۾ وڙهن تہ پنهنجو فيصلو يا ڏاهن ڪافر ڏي نہ کڻي وڃن، ڇو تہ غير مذهب ، سندن جهڳڙو ناس ڪري ڇڏيندو، سو ڪڏهن بہ ڪافرن کي ڏاهن نہ ڏجي ۽ راڄوڻي فيصلو ڪجي.

## بزدل

ڏسو! هن وقت ڪيئن نہ هندوستان وارن ٽيهہ ڪروڙ ماڻهن تي ٽي لک ماڻهو حڪومت ڪري رهيا آهن. اهو ان ڪري تہ هندستان جا ماڻهو بزدل آهن ۽ هن وقت سنڌ بہ هندستان جو هڪ حصو آهي، اهي ٽي لک ماڻهو انگريزن جو لشڪر آهي، جو فقط هندوستان ۾ رهي ٿو. " همتِ مردان مدد خدا. بي همت مردان بيزاري خدا. " اهو جملو ياد رکڻ گهرجي.

## خلفاءِ راشدين

حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن کانپوءِ حضرت ابوبڪر صديق خليفو ٿيو. پاڻ وڏي پرهيز وارو ۽ هميشہ خدا جي بندگي ۾ رهندو هو. سندن وقت ۾ گهڻائي ملڪ اسلام جا تابع ٿيا ۽ پاڻ ايتري تقويٰ جو مالڪ هيو جو فرمايو اٿس تہ. جنهن زمين ۾ ڪا بہ نشي واري شيءِ پوکيل هجي ۽ پوءِ اها زمين درياءُ پائي وڃي، ان بعد اتي گاهہ ڄمي، جيڪو ڪا مينهن يا ڍڳي کائي تہ ان جو کير بہ اسان نہ پيئڻ گهرجي.

ان بعد حضرت عمر فاروق خليفو ٿيو . پاڻ وڏو عادل ۽ وڏو بهادر هيو. سندس دور ۾ مدائن، نوشيروان ۽ ايران جون حڪومتون فتح ٿيون. ان بعد حضرت عثمان خليفو ٿيو. جيڪو انتهائي بردبار ۽ حيا دار هيو.

سندس خلافت ۾ بہ ڪيئي ملڪ اسلام جي تابع ٿيا.ان بعد حضرت علي ڪرم الله وجه اسلام جو خليفو مقرر ٿيو ۽ سندس وقت ۾ اسلام تمام زور ورتو پاڻ شجاع ۽ بهادر هيو ۽ اهي ٽيئي خليفا شهيد ٿيا. حضرت ابو بڪر شهيد نہ ٿيو هو. پر حضورڪريم ﷺ جن سان هجرت واري رات غارثور ۾ گڏ هجڻ دوران کين نانگ ڏنگ هنيو هيو. ٿي سگهي ٿو ان جو اثر رهيو هجي .(والله اعلم بالصواب)

چراغ و مسجد و محراب و منبر
ابوبکر و عمر و عثمان و حیدر

## شافع جي شجاعت

الله تعاليٰ ، محبوب ڪريم عليہ الصلوٰة والسلام کي جسماني ۽ روحاني ٻئي طاقتون عطا ڪيون هيون. پاڻ فرمايو اٿن تہ ، الله تعاليٰ مون کي جنت جي چاليهہ مردن جيتري طاقت عطا ڪئي آهي. ۽ ڪتابن ۾ آهي تہ جنت جي هڪ ماڻهو جي طاقت. دنيا جي هڪ سئو ماڻهن جي طاقت برابر هوندي، محبوب ڪريم ﷺ جي شجاعت ، دليري ۽ رُعب ايترو هيو. جو ان جو اثر ٽن ڏينهن جي پنڌ جيتري مفاصلي تي بہ رهندو هيو.

## نماز جي فرضيت

نماز جي فرضيت، معراج واري رات ٿي ۽ پنجاهہ وقتن مان پنجيتاليهہ وقت معاف ڪيا ويا. باقي پنج وقت فرض مقرر ٿيا. نماز افضل عبادت آهي تہ ٻئي طرف ڪسرت (ورزش) بہ آهي. نمازي ماڻهو گهٽ ڪري بيمار نہ ٿيندو. ڇوجو نماز جي برڪت سان ماڻهو پاڪ بہ رهي ٿو ۽ هاضمو بہ درست رهي ٿو. تنهن ڪري نماز اصل ڇڏڻ نہ گهرجي. جو منجهس دين ۽ دنيا جا فائدا آهن. پر جي الله جو ڇوڻ نتا وٺو تہ ان جي ملڪ ۾ بہ نہ رهو ۽ نہ ان جو رزق کائو.

## پنهنجن مان

ڪنهن بہ بادشاهہ يا وڏي ماڻهو کي ڪو نقصان پهتو هوندو تہ اهو گهڻو ڪري پنهنجن مان پهتو هوندو. جيئن دهلي جي بادشاهہ کي جوسندس ڙالن ئي انگريزن کي ڪوٽ جي دري کولي ڏني ، مير علي مراد کي بہ پنهنجن تڪليف ڏني . ڪابل جي امان الله خان کي بہ پنهنجن دربدر ڪيو. ڏسو اسان کي بہ پنهنجن تڪليفون ڏنيون پرچا ڪجي:

لکيو منجهہ نراڙ، سو قلم ڪياڙي نہ وهي
پاريو ويني پار، جيڪي لالڻ لکيو لوح ۾

## حضرت سليمان عليہ السلام

حضرت دائود نبي عليہ السلام جي فرزند حضرت سليمان عليہ السلام کي الله تعاليٰ ساري دنيا جو بادشاهہ ڪيو ۽ کيس نبوت عطا ڪيائين. هڪ ڏينهن حضرت سليمان عليہ السلام هي خيال ڪيو تہ دنيا ۾ بادشاهہ گهڻا ٿي ٿيا آهن پر مون وانگر جنن، ديون، پکين، جانورن ، تي ڪنهن بہ حڪومت ڪانہ ڪئي، پوءِ غيور رب ڪري کيس آزمايو. حضرت سليمان پيشاب ڪرڻ لاءِ وڃڻ کان اڳ پنهنجي منڊي (جيڪا قدرت طرفان عطا ٿيل هئي ۽ ديو، جن، پکي سڀ ان جي تابع هيا) لاهي، "اصطرخ" جن حوالي ڪري ڇڏي ، جيڪو هميشہ بيهندڙ پاسي کي ماري ان جي صورت ۾ ويٺو هو. پوءِ اهو جن اها منڊي پائي، حضرت سليمان جي تخت تي چڙهي ويٺو ۽ کيس ڪنهن بہ نہ سڃاتو. پر حضرت سليمان جي وزير آصف بن برخيا ڄاڻي ورتو تہ، هي سليمان عليہ السلام نہ، پر ڪو سرڪش جن آهي. حضرت آصف جڏهن خدائي ڪلام (اسم اعظم) پڙهيو تہ جن ڀڄي ويو ۽ اها منڊي هڪ سمنڊ ۾ اڇلايائين ۽ الله جي حڪم سان هڪ موري مڇي ان منڊي کي ڳهي ورتو. جنهن جي ڳهڻ سان ئي ساري سمنڊ جون مڇيون

ان وٽ ڳڌ ٿي ويون ۽ اها مڇي سمنڊ تي حڪومت ڪرڻ لڳي، آخرڪار اها مڇي ڪنهن مهاڻي ڦاسائي وڌي ۽ اها حضرت سليمان تائين پهتي ، جنهن جي پيٽ مان منڊي نڪتي، جنهن ڪي پائي حضرت سليمان عليہ السلام الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ شڪراني جو سجدو ڪيو. سبحان الله :

و تعز من تشاءُ وتذل من تشاءُ

## حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر عليهما السلام

هڪ دفعي حضرت موسيٰ عليہ السلام بارگاهہ رب العزت ۾ عرض ڪيو تہ اي منهنجا مولا! مون کان وڌيڪ ڪو عالم آهي؟ رب ڪريم فرمايو تہ منهنجا دوست گهڻا ئي آهن. حضرت موسيٰ عرض ڪيو تہ مولا! انهن پيارن مان هڪڙو مونکي بہ ڏيکار. الله سائين فرمايو تہ پاڻ سان هڪ مڇي پچائي ڪڻ ۽ واديءَ جو ڪنارو ڏيو وڃ. جتي اها مڇي زنده ٿئي، اتي منهنجي ٻانهي (حضرت خضر) سان ملاقات ٿيندي. قصو مختصر، حضرت موسيٰ جي حضرت خضر سان ملاقات ٿي ۽ موسيٰ عليہ السلام چيو تہ مون ڪي پاڻ سان گڏ وٺي هل ۽ مونکي لُدني علم مان ڪجهہ سيکار. حضرت خضر فرمايو تہ تون مون سان گڏ صبر ڪري نہ سگهندين . حضرت موسيٰ چيو تہ آئون صبر ڪندس، پوءِ ٻئي الله جا پيارا ٻانها گڏ هلندا رهيا. اڳيان هڪ واهہ آيو. جنهن ڪي پار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيڙي بيٺي هئي. پاڻ ان ۾ سوار ٿي ويا ۽ حضرت خضر ان ٻيڙي ۾ سوراخ ڪري ڇڏيو. تنهن تي حضرت موسيٰ چيو تہ ڇو هن غريب جي ٻيڙي ڪي عيب دار ڪيو اٿئي؟ حضرت خضر چيو تہ توکي چيو هيم تہ تون مونسان گڏي صبر ڪري نہ سگهندين. حضرت موسيٰ فرمايو تہ ، هاڻي آئون ضرور صبر ڪندس. پوءِ جڏهن ٻئي ڄڻا ٻيڙي مان لهي انطاقيا جي ڳوٺ وٽان لنگهيا تہ اتي ڪجهہ ڇوڪرن راند وٺي ڪئي . انهن ۾ هڪ خوبصورت ننڍي عمر جو ٻارڙو هيو جنهن ڪي حضرت

خضر ماري ڇڏيو. حضرت موسيٰ چيو ته هن معصوم ٻار کي ڇو ناحق ماريو اٿئي؟
حضرت خضر چيو ته توکي چيو هيم ته تون مونسان گڏ صبر ڪري نه سگهندين. ان ڪري هاڻي مون سان گڏ نه هل. حضرت موسيٰ چيو ته هاڻي ضرور صبر ڪندس، نه ته مون کي ساڻ نه وٺي هلجانءِ. هلندي هڪ ڳوٺ ۾ پهتا ۽ ڳوٺ وارن کان ماني گهرياڻون، مگر انهن ماني کانه ڏني. پر اتي هڪ ديوار هئي جيڪا ڪرڻ جي قريب هئي. حضرت خضر چيو ته ان ديوار کي ڪيرائي نئين سر ناهينداسون. جڏهن ديوار تيار ٿي ته حضرت موسيٰ چيو ته هنن ڳوٺ وارن اسان جو ڪو به آدر ڀاءُ ڪونه ڪيو پوءِ تو ساڻن ڇڱائي ڪندي، اها ديوار ڇو ٺهرائي؟
حضرت خضر چيو ته هاڻي پنهنجي جدائي آهي. حضرت موسيٰ چيو ته واقعي آئون توسان گڏ صبر ڪري نه سگهيس. پر مونکي ٻڌاءِ ته انهن ٽنهي ڪمن ۾ ڪهڙي حڪمت هئي ؟ حضرت خضر فرمايو : مون جنهن ٻيڙي کي عيب دار ڪيو ان علائقي جو ظالم بادشاهه غريبن کان ٻيڙيون کسي ڇڏيندو آهي. پر هاڻي ان ٻيڙيءَ کي عيبدار ڏسي کسي نه سگهندو ۽ اهو غريب پنهنجو گذر سفر ڪندو رهندو ۽ جنهن ڇوڪري کي مون ماريو ان جا والدين وڏا عابد ۽ زاهد آهن پر اهو ٻار وڏو ٿي ڪافر ٿي ها ۽ والدين کي ڪفر ۽ سرڪشي سببان پريشان ڪري ها. هاڻي الله تعاليٰ کين ان جي بدلي نيڪ ۽ صالح اولاد عطا ڪندو ۽ جيڪا پت ناهي سون. ان جي هيٺيان خزانو پوريل آهي. جيڪو ٻن يتيمن ڇوڪرن جو آهي. جن جا ماءُ پيءَ فوت ٿي چڪا آهن. جيڪڏهن ديوار ڪري پوي ها ته ماڻهو انهن جو خزانو ڪڻي وڃن ها. پر هاڻي جڏهن اهي جوان ٿيندا ته الله سائين پنهنجي مهرباني سان کين اهو خزانو عطا ڪندو.
اي فقيرؤ! الله تعاليٰ جو ڪوبه ڪم حڪمتن کان خالي ناهي ۽ سندس ڳجهه ۾ هٿ نه وجهڻ گهرجي. جتي عقل جي جاءِ نه هجي اتي توڪل ڌارڻ ڪوبه خيال نه ڪجي.

## ساز سرود

بنان سرود ۽ سازن جي راڳ/ مولود پڙهڻ جائز آهي. ساز سرود گهڻين ڳالهين جي ڪري حرام آهي. هڪ تہ الله جي ياد کان غافل ڪندڙ آهي، ٻيو تہ شهوت جو غلبو ٿئي ٿو ۽ ڪيئي خرابيون پيدا ٿين ٿيون.

## عمل ۾ اخلاص

ڪوبہ چڱو ڪم ڪجي تہ فقط خدا ڪارڻ ڪجي، ٻي ڪابہ نيت ان ۾ نہ رکجي ۽ ڪامل ايمان وارو اهو آهي، جو مومن جي خوشي ڏسي خوش ٿئي ۽ مومن جي ڏک ۽ تڪليف کي پنهنجو ڏک ۽ تڪليف سمجهي. باقي اڄڪلهہ سڪن جو سنگتي سيڪو، ڏکن جو سنگتي ڪوبہ نہ آهي.

## قرآن پاڪ جا علوم

ڪلام الله شريف ۾ ڇهہ هزار ڇهہ سئو ڇاهٺ آيتون آهن. جن مان هڪ هزار الله جا "امر" آهن. هڪ هزار "نهي" (ڪن شين کان روڪڻ بابت) آهن. هڪ هزار الله تعالي جا واعدا ۽ هڪ هزار ۾ "وعيدن" بابت، پنج سئو آيتون حلال ۽ حرام بابت احڪام ( جن تي دين اسلام ۽ فقہ جو دارو مدار آهي) ۽ هڪ سئو آيتن ۾ دعائون ۽ تسبيحون آهن ۽ باقي ڇاهٺ آيتن ۾ ڪي متشابهہ ۽ ڪي ناسخ منسوخ آهن.

## ٻهرين بدعت

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي وصال کان پوءِ، اسلام ۾ جيڪا ٻهرين بدعت ظاهر ٿي، اها هي هئي جو، ماڻهن نفل پڙهڻ ڇڏي ڏنا ۽ پيٽ پري ڪاڻ لڳا.

# سيرت جو هڪ پهلو

اسان جا محبوب محمد ڪريم ﷺ ڪڏهن به چڱي وڇاڻي تي نه سمهندا هئا، جو ننڊ جي غلبي سبب، نماز جي وقت ۾ ڪٿي دير نه ٿي وڃي. اهو امت لاءِ درس هيو پاڻ ڪريم گهڻو ڪري ڏاس جو ڪٿو وڇائي آرام ڪندا هئا. يا خالي تڏي تي سمهي پوندا هئا. هڪ ڀيري حضرت عُمر سائين ڏٺو ته حضور جن هڪ تونري (ٺڪ) تي آرامي آهن ۽ سندن پُٺن مبارڪن تي ان جا نشان ٿي ويا هئا. حضرت عُمر سائين روئي ڏنو پاڻ فرمايائون ته ! اسان کي الله تعاليٰ هن دنيا ۾ آرام ڪرڻ لاءِ نه پر، قوم کي هدايت ڪرڻ لاءِ روانو فرمايو آهي.

اي فقيرؤ! هيٺ سمهڻ، ڪپڙن کي ٽوپو ڏيڻ ، يا چتي لڳائڻ به محبوب ڪريم ﷺ جي سنت آهي.

# ڏک ۽ سک

جن مسلمانن کي هن دنيا ۾ ڏک ۽ تڪليف هوندي آهي، سي آخرت ۾ سُکيا هوندا ۽ هميشه لاءِ جنت ۾ رهندا، ڇو ته هن دنيا جو آرام فقط ڪافرن لاءِ آهي، جيڪي هتي ته دنيا جا چند ڏينهن سُکن ۾ گذاريندا. پر آخرت ۾ هميشه لاءِ جهنم جي باهه ۾ هوندا.

# بردبار ۽ بهادر

هڪ ڏينهن محبوب ڪريم ﷺ جن کي ڪجهه اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته ، اسان کي ڪافرن ڏاڍو تنگ ڪيو آهي. انهن لاءِ ڪا بد دعا گهرو پاڻ ڪريم ﷺ جلال ۾ اچي ويا ۽ فرمايائون ته توهان ٿوري تڪليف تي بيزار ٿي پيا آهيو. اڳين امتن ۾ اهڙا به الله جا ٻانها هئا جن کي ڪافر اڌ زمين ۾ پُوري ، پوءِ ڪين ڪَرت سان چيري ڇڏيندا هئا تڏهن به پنهنجي صدق کان وار برابر پوئتي نه هٽندا هيا. تنهن ڪري اسان کي صبر ڪرڻو آهي.

# سخاوت ۽ بخل

حديث شريف ۾ آهي تہ جاهل سخي، بخيل عابد کان ڀلو آهي. بُخل ڪفر جي نشاني ۽ سخا ايمان جي نشاني آهي. الله جي واٽ ۾ سچي نيت سان ڪجھ بہ ڏيڻ سخاوت آهي، چاهي هڪ پئسو ڇونہ هجي. ڪنهن مسڪين يا مسافر کي خدا ڪارڻ ماني کارائڻ جهڙي ٻي سخا ڪانهي. بخل ۽ سخاوت بہ وڻ آهن، سخاوت جو وڻ جنت ۾ آهي ۽ بخل جو وڻ جهنم ۾ آهي. جيڪو انهن مان جنهن بہ وڻ جي ٽاري کي وٺندو، اهو ان وڻ جي ٿڙ کي پهچندو.

# عالمن جي عزت

حضرت نبي پاڪ ﷺ جن جو حڪم آهي تہ، جيڪو شخص، دين جي عالم کي طعنو هڻندو يا ان سان ناحق بغض رکندو دشمني وڌائيندو تہ اهو منهنجو ۽ الله پاڪ جو دشمن آهي. الله تعاليٰ کي اهو ماڻهو محبوب آهي، جيڪو تقويٰ جو صاحب آهي، رات غفلت ۾ نٿو گذاري، بلڪ الله جي عبادت ڪري ٿو. مال جي سڪ کان ، الله تعاليٰ ۽ علم جي سڪ افضل آهي ۽ مال اوترو ڪمايو جو بس پورت ٿئي. وڌيڪ ڪاڏي کبو؟

# عورتن لاءِ احڪام

جيڪا عورت مڙس جي اجازت کان سواءِ گهر کان ٻاهر نڪري ٿي تہ موٽي اچڻ تائين مٿس الله ۽ ملائڪن جي لعنت وسندي آهي، پر اِ هي مڙس نہ ٿا ڏسجن جيڪي عورتن کي روڪين قيامت جي ڏينهن عورت کان اول نماز جي ۽ پوءِ سندس مڙس جي حقن بابت پڇا ٿيندي. جيڪا عورت هرويرو مڙس کان ناراض رهي ٿي تہ ان جي عبادت، نماز ذڪر بہ قبول نہ ٿا ٿين.

# مڙس تي حق

مڙس جي مٿان عورت جا هي حق آهن. طبعيت موافق جماع، کارائڻ پيارڻ، لٽا ڪپڙا وٺي ڏيڻ ۽ سهڻو سلوڪ ڪرڻ. جيڪڏهن عورت، گهر جي صفائي نه رکي، مڙس جي خدمت نه ڪري بنا اجازت گهر کان ٻاهر نڪري وڃي. جماع بعد غسل نه ڪري ته ان کي مڙس هٿ جي سزا ڏيئي سگهي ٿو. جيڪا عورت مڙس کي بد لفظ ڳالهائيندي، قيامت جي ڏينهن ان جي زبان گزجيتري ڊگهي هوندي.

# سُٺي ۽ خراب جڳهه

محبوب ڪريم ﷺ کان ڪنهن سوال ڪيو ته يا رسول الله! سڀني جڳهن کان خراب جڳهه ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته اها بازار آهي، جتي دغا بازي، ڪوڙ، گار گند، ۽ دنيا جي ڳالهه هوندي آهي ۽ الله جي ڪابه ڳالهه نه هوندي آهي. ان شخص ٻيهر پڇيو ته، سڀني جاين کان ڀلي جاءِ ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته: اها مسجد آهي، جتي الله جو نالو ورتو ويندو آهي ۽ نماز پڙهي ويندي آهي.

# مسجدن جا احڪام

مسجد ۾ سبڻ، لکڻ، ۽ دنيوي زماني جو سوال ڪرڻ ناجائز آهي، ثوم، بصر، هڱ يا ڪا به بدبودار شيءِ کائي مسجد ۾ نه وڃجي. شرابي، ڀنگي، چرسي، آنيمي ۽ حقي جا عادي مسجد ۾ نه اچن. شرابي ماڻهو کي امام نه بنائبو ۽ ڪنهن به فيصلي ۾ انجي شاهدي به قبول نه ڪجو مسجد ۾ وڏي آواز ۾ ڳالهائڻ يا سڏ ڪرڻ منع آهي. مسجد ۾ ذڪر ۽ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪجي ۽ ڪابه دنيوي ڳالهه نه ڪيو، نه ته گنهگار ٿيندؤ.

# نجات واريون ست قومون

محبوب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ : ست قومون آهن جيڪي الله تعاليٰ کي محبوب آهن ۽ قيامت جي ڏينهن عرش عظيم جي ڇانوَ ۾ هونديون .(1) عادل بادشاهہ ، (2)بلوغت کان موت تائين زاهد ۽ خالص الله تعاليٰ لاءِ عبادت ڪندڙ (3) اهو شخص جنهن کي مسجد کان سواءِ آرام نہ اچي ۽ هڪ نماز بعد ٻئي نماز جو انتظار ٿو ڪري. (4) مومن ڀائرن سان خدا ڪارڻ محبت رکندڙ (5) ماڻهن جي نگاهن کان پري لڪي عبادت ڪندڙ (6) طاقت باوجود زنا کان بچڻ وارو (7) خير خيرات ڪندڙ سخي جنهن جي ساڄي هٿ کي کابو هٿ نٿو ڏسي.

# ڪتابن جو شوق

اي فقيرؤ! ڪم کان خالي ويهڻ بيڪار آهي، سو ڪڏهن بہ واندا نہ ويهجو. بلڪ محنت سان هر ڪم پاڻ ڪيو. جيئن اسان بہ سيئي ڪم پنهنجو پاڻ ڪندا هياسون. پر جيڪو وقت ڪم کان خالي هجي تہ ڪتابن پڙهڻ جو شوق رکجو. ڪتابن ۽ علم جي دوستي بهترين آهي، جيڪا سچي حياتي قائم رهندي، هي دنيا بہ علم سان آهي ۽ دين بہ علم سان آهي، جاهل ماڻهو جو ڪجهہ بہ نٿو ٿي سگهي. ڇو تہ "علم روشني آهي ۽ جهالت اونداهي آهي."

# زندگي ۽ موت

هر ماڻهو کي هي دنيا هڪ ڏينهن نيٺ ڇڏڻي آهي، پر دنيا کي ڇڏڻ جو بهتر طريقو اهو آهي تہ ماڻهو سچو شهيد ٿي هي دنيا ڇڏي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڏڄي گهر ۾ لڪي ويهندو تہ بہ ان کي نيٺ هي دنيا ڇڏڻي پوندي ۽ اهو مئل رهندو. پر جيڪڏهن هو بهادر آهي ۽ ڪافرن سان وڙهندي موت قبول ڪري ٿو تہ اهو مئل ناهي، بلڪ زنده آهي ۽ شهيد آهي ۽ سندس نالو قيامت تائين ڳائبو

رهبر هن دنيا ۾ گڏ ٿي سڄو ورهيه نه جيئجي، بلڪ شينهن ٿي هڪ ڏينهن ٿي جيئجي.

## هدايتون ۽ تنبيهون

- محنت ، ورزش ۽ ڏکي وقت لاءِ پاڻ کي هر وقت تيار رکڻ گهرجي.
- اند کاري کان منهن ڪارو پلو آهي. جو ڏسڻ ۾ ته ايندو آهي.
- فرض کان پوءِ جي چڱو ڪم آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن آل سان محبت رکڻ ۽ بڇڙو ڪم، آل رسول يعني اهلبيت سان بغض رکڻ آهي.
- دنيا جي سک طلبڻ کان آخرت جو سک گهرڻ گهرجي.
- هٿيارن سان باقاعدي شوق ضرور رکجو، اها دل کي طاقت آهي.
- ڪوشش سان روزي نه ٿي وڌي، پر قسمت سان وڌي ٿي.

## جماعتي حڪم

اسان جو ڪوبه مريد جيڪڏهن شراب پيئي ته ان کي چاليهه ڇهبڪ هنيا وڃن. جيڪڏهن آفيم ، ڀنگ چرس، يا گانجو پيئن ته هر هڪ ڏوهه تي پنجويهه پنجويهه ڇهبڪ هنيا وڃن. باقي بيڙي ۽ حُقي ڇڪيندڙ کي پنج ڇهبڪ ۽ ٻه رپيا ڏنڊ رکيو وڃي. ڪو ڪُراڙو يا ضعيف هجي ته ڇهبڪ بدران، هڪ هڪ روپيو ڏنڊ وصول ڪيو وڃي. اهو شرعي تعزير آهي. جماعت جا مُک ۽ معزز پاڻ به عمل ڪن ۽ جماعت کي عمل ڪرائن.

## سنڌ جا پهريان مسلمان

سنڌ ۾ اڳي مسلمان ڪونه هئا، عربن جي اچڻ کانپوءِ پهريان "چنا" مسلمان ٿيا، جن کي محمد بن قاسم مسلمان ڪيو، هن وقت مسلمانن جون چار

حڪومتون آهن. افغانستان، ايران ، ترڪي ۽ عراق، عرب شال الله تعاليٰ اسلامي حڪومتن کي وڏيڪ طاقت ڏئي آمين.

## اولاد تي خراب نالا رکڻ

اسان جا ڪي مريد پنهنجي اولاد تي خراب نالا ٿا رکن. اهو خراب ڪم آهي، پٽ توڙي نياڻي جو واٺڪو يا ڪافراڻو نالو نہ رکجي ۽ نہ ئي وٺن. ٻوٽن جا نالا رکجن. بلڪ سهڻا نالا رکو. الله جي نبين، ولين جي نالن رکڻ جي برڪت سان اولاد تي سهڻو اثر ٿئي ٿو ۽ خراب نالا رکڻ سان خراب اثر ٿيندو آهي، يا اولاد اتي پهلوان ۽ دلير فقيرن ۽ منصورن جا نالا رکو تہ اهو بہ چڱو آهي.

## قرآن جي معنيٰ ڦيرائڻ

اهو ماڻهو الله تعاليٰ تي ڪوڙ ۽ بهتان مڙهيندڙ آهي، جيڪو قرآن شريف جي معنيٰ ڦيرائي ٻڌائي ٿو ۽ اها معنيٰ ڪري ٿو جنهن مان مسلمانن ۽ خلق خدا جو فائدو بہ نہ هجي. جيئن مولوي فيض ڪريم ۽ سکر واري مولوي جهڙا، جو انگريزن جي چوڻ تي قرآن شريف جون معنائون ڦيرائي ڇڏيائون.

## ظالم جي مدد

ڪوبہ ماڻهو ظالم کي قلم گهڙي تو ڏيئي. تہ اهو بہ ان سان گناهہ ۾ ڀائيوار آهي. ظالم جي مدد ڪرڻ، وڏو ظلم ۽ گناهہ آهي، بلڪ مظلوم جي مدد ۽ دادرسي ڪرڻ افضل نيڪي آهي. اسان پنهنجي واسطي ڪجهہ بہ لکڻ جو ضرور نٿا سمجهون تہ ڪيئن اسان کي پوليس سکر وٺي وئي، پر اسين فقط ايترو چئون ٿا تہ اسان سان وڏي دغا ٿي آهي.

# ڏکن پٺيان سُک

سنڌي ۾ پهاڪو آهي تہ " ڏکن پٺيان سک، سکيا پسنديءَ جنڌڙي " . سو ڪوبہ غر ڪرڻ نہ گهرجي. ڇو تہ سڀ ڪجهہ مولا جي وس آهي ۽ بيو ڪنهن کي بہ طاقت نہ آهي. جو هڪ دم ڪٽي سگهي. الله پاڪ توهان کي ايمان ، هدايت ۽ استقامت سان سرفراز ڪري. (آمين) هڪڙي مريد پنهنجي مرشد کي چيو تہ مون کي دُعا ڪر. مرشد پڇيس تہ ڪهڙي دُعا ڪيان؟ مريد چيو تہ، بس استقامت جي دُعا فرمايو. سو هر ڳالهہ استقامت سان آهي ۽ اسان جو ڪم آهي اوهان کي نصيحت ڪرڻ ۽ هدايت ڪرڻ، باقي حقيقي هادي رب ڪريم آهي، توهان پنهنجو ايمان محڪم ڪريو.

# دلي رايو

اسان جو دلي رايو آهي تہ، اسان جو مريد نہ ڪنهن جو محتاج ٿئي ۽ نہ گنهگار ٿئي، جو قيامت جي ڏهاڙي شرمندو ٿيڻو پوندو. پر ڇا ڪجي جهالت وڌي وئي آهي ۽ مريدن کي گهرجي تہ پنهنجو ديني علم سکن ۽ پاڻ ۾ اتفاق ۽ محبت سان رهن ، رِليءَ وانگر نہ ٿين جو سيڪو پيو ڪين لتاڙي.

# هرڻ جي دُن ۾ خوشبو

اصلي سچو مشڪ اهو آهي جيڪو هڪ هرڻ جي دُن مان نڪري ٿو. ڏسو خدا جي قدرت! جيڪي هرڻ کائي ٿو، سو تہ ٻيا جانور بہ کائن ٿا پر ان خوشبوءِ جو ڪهڙو سبب آهي؟ اهو هي آهي تہ جڏهن حضرت آدم عليہ السلام جنت مان هيٺ لٿو تڏهن جنتي ڪپڙا اتي ئي لهي پيا هئا، سو جنتي انجير جي پنن سان جسم ڍڪيو هيائين. جڏهن زمين تي لٿو تہ اهي پن هڪ هرڻ اچي کاڌا هئا، جنهن ڪري ان ۾ مشڪ پيدا ٿي ويئي (سبحان الله)

## نئين جڳهہ ٺهرائڻ

منهنجي مريدؤ! ڪابہ جاءِ ٺهرايو تہ پهريان خيرات ڪري پوءِ ٺهرايو خيرات ڪيتري بہ هجي، ڪٿي پئسي ٽڪي جي يا سوا روپئي جي ، اول خيرات ضرور ڪيو ۽ بنياد شروع ڪرڻ کان اڳ ، جڳهہ جو مالڪ بہ رڪعتون نفل پڙهي ۽ دعا گهري، پوءِ انشاءالله اها جاءِ سجائي ٿيندي ۽ ان ۾ بي برڪتي ڪانہ پوندي ۽ نہ جن اچي رهندا.

## محمود ۽ اياز

سلطان محمود غزنوي هڪ ڏينهن خزاني جي ڪوٺي جو در ڪولائي ڇڏيو. لشڪر ۽ وزيرن کي حڪم ڪيائين تہ جنهن کي جيترو خزانو کپي سو کڻي؟ سمورا حڪم ٻڌڻ شرط خزانو لٽڻ ۾ مشغول ٿي ويا ۽ ڪير بادشاهہ وٽ ڪونہ بيٺو. فقط اياز بيٺو رهيو. بادشاهہ چيس تہ تون ڇو نٿو خزانو کڻين؟ چوڻ لڳو تہ : " عالم پناهہ ! تو جهڙي پارس ۽ خزاني کي ڇڏي بيو ڪهڙو خزانو کڻندس". اي مريدؤ چڱا خيال، عادتون ۽ خصلتون ئي ماڻهو کي مرتبي تي پهچائيندڙ آهن. بلند همت وارو ئي اقبال ولايت جي رتبي کي پهچندو آهي، باقي بي همت مان ڇا ٿيندو.

## صالحن جي سوچ

هڪڙو الله جو ٻانهو نماز لاءِ سهڻا ڪپڙا پايون ٿي آيو تہ هڪڙي ماڻهو مٿان ماڙي تان ڇار (رک) اڇلائي، جيڪا اچي ان بزرگ مٿان پئي. تڏهن الله جي ولي بارگاهہ خداوندي ۾ اچي شڪراني جو سجدو ڪيو تہ مولا! تو مون کي باهہ کان تہ بچايو، باقي رهئو تہ قبر جي مٽي ۾ ئي آهي. هڪ درويش کان ڪنهن پڇيو تہ ، تون جنت گهرندو آهين يا جهنم؟ چيائين تہ ادا آئون رب ڪريم جي رضا تي راضي آهيان، جنهن شيءِ لاءِ منهنجو رب چاهيندو، آئون ان جي ابتڙ ڪيئن هلندس.

# حاتم جي سخاءِ اڇوڪا سوالي

مشهور سخي حاتم طائي کان ڪنهن سوال ڪيو تہ مون کي مالڪ جي نالي ڏهہ درهم ڏي، تہ حاتم ان کي ڏيو درهمن جو پري ڏيئي ڇڏيو. سو حاتم اڄ هجي ها تہ خبر پئجي وڃيس ها. جو اڇوڪا پينو چون ها تہ، تو واري بادشاهي بہ خيرات ۾ ڏي ۽ زال بہ خيرات ۾ ڏي. تنهن ڪري بي محابي ماڻهو سان سخا ڪرڻ اجائي آهي.

# خيرات ونڊ جو طريقو

اسان لکي آيا آهيون تہ خيرات ڪنهن کي ڏجي؟ ان لاءِ حُڪم آهي تہ هر شخص کي سوال ڪرڻ ۽ خيرات گهرڻ جو حق ناهي، بلڪ سخت لاچاري ۽ مجبوري جي حالت هجي ۽ بک ۾ ٽي ويلا گذري ويا هجنس ۽ ڪمائڻ جي طاقت نہ هجي، تہ پوءِ اهڙي ماڻهو کي خيرات گهرڻ حق آهي ۽ ان جي امداد ڪرڻ بہ لازم آهي. پر اڄوڪي زماني ۾ گهڻا ڏندا ڏوٽا، حلال رزق ڪمائڻ بجاءِ رڳو پنڻ تي قائم آهن، اهڙن کي خيرات ڏيڻ اجائي آهي.

# حضرت يوسف عليہ السلام

حضرت يوسف عليہ السلام کي جڏهن ڀائرن کوهہ ۾ وڌو، تڏهن الله جي حڪم سان حضرت جبرائيل عليہ السلام حاضر ٿيو ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جي کوهہ جي تري تائين پهچڻ کان اڳ، پنهنجي پرن تي ويهاري هيٺ هڪ ڇپ تائين پهچايائين. ان کوهہ جو پاڻي ڪارو هيو. مگر الله جي نبي جي برڪت سان مٺو ٿي پيو، ۽ کوهہ جي پاسن ۾ جڪي موذي شيون هيون، سي نبوي دهشت سببان ٻرن ۾ لکي ويون. مگر هڪ وڇون هيو جنهن ڏنگڻ جو ارادو ڪيو ۽ حضرت جبرئيل امين هڪل ڪئي تہ اندو ٿي پيو ۽ هميشہ اندوئي رهيو. حضرت يوسف عليہ السلام کي، کوهہ ۾ جنتي ڪاڏو ملندو هيو. الله تعاليٰ

پنهنجي پيارن جو هر حال ۾ حامي رهندو آهي. حضرت جبرائيل امين حضرت يوسف عليه السلام کي کوهه ۾ هي دُعا سيکاري هئي، اسان به هتي لکون ٿا، کنهن به ماڻهو کي ڪا مشڪل پوي ته باوضو ٿي،روزانو چاليهه ڀيرا، چاليهن ڏينهن تائين، اول آخر درود شريف سان پڙهي ته سيئي حاجتون ۽ مشڪلاتون حل ٿي وينديون (انشاءالله).

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الهم يا ڪاشف ڪل ڪربة ويا مُجيب ڪل دعوة ويا جابر ڪل يسر، ويا مُيسر ڪل عسير و يا مونس ڪل وحشة يا لا الٰه الا انت سبحٰنڪ و اسئلڪ ان تعجل لِي فرجا و مخرجا وان الف حبڪ في قلبي حتي لا تڪون لي لهم ولا اذڪر غيرڪ وان تحفظني و ترحمني يا ارحم الرحمين.

## حسن يوسف

الله تعاليٰ جا سمورا نبي حسين ۽ جميل هوندا آهن . پر حضرت يوسف عليه السلام جو حسن ۽ جمال نرالو هيو. ڪتابن لکيو آهي ته ، الله تعاليٰ حسن پيدا ڪري ان جا چاليهه حصا ڪيا. هڪ حصو سڀني مخلوق کي ۽ اوڻيتاليهه حصا حضرت يوسف عليه السلام کي ڏنائين ۽ جڏهن اسان جي محبوب نبي ڪريم ﷺ جي حسن ۽ جمال جو ذڪر پڙهون ٿا ته پتو پوي ٿو ته ،الله سائين حسن جا چاليهه حصا ڪيا ۽ هڪ حصو حضرت يوسف عليه السلام کي ڏنائين ، باقي اوڻيتاليهه حصا اسان جي محبوب ڪريم ﷺ کي عطا ڪيائين. چو ته سڀي ڪائنات ، اسان جي محبوب جي نور مبارڪ منجهان ٺهي آهي. هڪ ڏينهن حضرت يوسف عليه السلام آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسندي چيو ته مون جهڙو حسين دنيا ۾ ٻيو ڪوبه نه هوندو. جي مان وڪامان ته الائجي ڪيتري بها

ڏيندي؟ رب ڪريم ڪيس آزمايو ۽ پاڻ ٿورڙن ڪوڙن درهمن عيوض مصر جي بازار ۾ وڪاڻو ۽ ست سال ناحق قيد ۾ رهيو.

اي فقيرؤ! يوسف عليه السلام ست ورهيه قيد ۾ رهيو پر اسان ڪي اٺ ورهيه قيد گذارڻا آهن، منهنجي هتي رهڻ ۾ جي مولا ڪريم راضي آهي ته اسان به راضي آهيون.

شاهه سائين فرمايو:

- سوري آهي سينگار اصل عاشقن جو
  مرڻ، موٽڻ، مهڻو ٿيا نظاري نروار
  ڪسڻ جو اقرار اڳهين عاشقن ڪي

- مٿي منهنجي تي جي ڪوڙين هون ڪپار
  ته واري واري وڍيان سسي ۽ ڪي سئو وار
  ته پڻ تند تنوار، مونهان متائون مڱان!

# آزادي ۽ غلامي

انسان آزاد پيدا ٿيو آهي ۽ آزادي سان رهڻ، سندس زندگيءَ جو حق آهي، اهو حق سندس فطرت ۾ اڻين سمايل آهي ، جيئن رڳن ۾ رت، ڦڦڙن ۾ ساهه ۽ دماغ ۾ هوش. آزادي رب ڪريم جي نعمت آهي ۽ آزادي ڪڏهن به خيرات ۾ نه ملندي آهي. غلامي بزدلن جي ميراث آهي ۽ غلامي واري زندگي ڪان عزت وارو موت ويجهو آهي ، اهوئي سبب آهي جو مرد سچي زندگي ۾ هڪ ڀيرو مرندو آهي ۽ بنا غيرت وارو ڏينهن ۾ ڏهه ڀيرا پيو مرندو آهي"

# هدايتون ۽ نصيحتون

- سچي ماڻهو تي ڪاوڙ ڪرڻ ، اها خراب ڳالهه آهي، اي دوست! جي سچو آهين ته سچي جي عزت ڪر.

- ڪوڙي جي حڪومت ڪن لمحن تائين هلي سگهندي ۽ سچي جي حڪومت تا قيامت آباد هوندي. اي يار ڪوڙ کان بچ، جو اها ايمان جي ڪئنجي آهي ۽ ڪوڙي تي خدا جي لعنت آهي.
- اي دوست! حساب پنهنجو صاف رک، پوءِ چُڪ نہ ڪر اهو چيو ياد ڪر.
- اي يار! پيٽ تنهنجو دشمن آهي ، ان لاءِ روزا گهڻا رکي، پيٽ جو علاج ڪر جو اهو ايذاءُ بهتر آهي.
- نا سمجهہ ۽ بي وقوف جي دوستي کان موت کي پلو جاڻ ۽ ان جي دوستي ۾ پلو نہ ڏسندين.
- جو شخص غير حاضر آهي، ان جو حصو حاضر آهي.
- اي دوست ! حرص نہ ڪر، جو حرص قاتل آهي، حرص نہ ڪرجي مرد آهين.
- چاندي ۽ زري سان جتي بہ پائجو ۽ وڏن پانچن سان شلوار نہ ڪجو پٽڪو ۽ دستار اسان جي جماعت ۽ غازين جي سونهن آهي، ان کي ترڪ نہ ڪجو.
- ساجهر سمهڻ ۽ ساجهر اٿڻ، مسلمانن جو طريقو آهي ۽ دير سان سمهڻ ۽ دير سان اٿڻ ڪافرن جو طريقو آهي.
- سومهڻي نماز بعد سمهڻ گهرجي ۽ سج ايرڻ کان بہ ڪلاڪ اڳ ۾ اٿڻ گهرجي ۽ پاڪ صاف ٿي، الله تعاليٰ کي ياد ڪجي ۽ ذڪر ڪجي. اسُر مهل اٿڻ واري ۽ تهجد ذڪر ڪرڻ واري کي ، سڄي رات جي جاڳڻ ۽ عبادت جو ثواب ملندو آهي. اهو تا قيامت جي ڏينهن شب خيزن سان گڏ اٿندو . اي فقيرؤ! ان ڪم کي نہ وسارجو.
- ڪو بہ ڪاغذ زمين تي ڪريل ڏسو تہ اهو کڻي پٽ جي وٽي ۾ وجهي ڇڏيو ۽ ڪاغذ سان ڪڏهن بہ استنجا نہ ڪجو جيئن انگريز ڪندا آهن.
- اسان وصيت تا ڪيون تہ اسان جو ڪو بہ مريد بيمار ٿئي، تہ پوين لاءِ وصيت ڪري وڃي، نہ تہ اهي دنيا تي وڙهي پوندا.

# دوست کھائي دادلا

الله تعاليٰ جنهن ٻانهي سان محبت ۽ پيار ڪندو آهي ته اول ان کي آزمائيندو آهي، ڏک ۽ تڪليفون ڏيندو آهي ۽ الله تعاليٰ صبر ڪرڻ واري کي محبوب ڪندو آهي ۽ ان جو پنهنجي حضور ۾ مرتبو وڌائيندو آهي. اهو ڪهڙو نبي آهي، جنهنکي تڪليف نه آئي هجي؟ حضرت آدم عليہ السلام جنت مان هيٺ لٿو حضرت ابراهيم عليہ السلام آڱاھ جي آزمائش کي منهن ڏنو. حضرت يونس عليہ السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ رهيو. حضرت زڪريا عليہ السلام کي ڪرت سان ٻه اڌ ڪيو ويو. حضرت ايوب عليہ السلام جي جسم مبارڪ مان ڪيڙن کي ڪاڍو ڏنو ويو حضرت يوسف عليہ السلام کي کوٺن درهمن عيوض وڪيو ويو ۽ ست سال جيل ۾ وڌو ويو. اسان جي محبوب ڪريم ﷺ کي ڪافرن هٿان ڪيتريون اذيتون ۽ تڪليفون مليون. محبوب جي وڏي يار کي نانگ ڪيئي پيرا ڏنگ هنيا ۽ باقي ٽي يار به تلوار سان شهيد ٿيا. حضرت امام حسن کي زهر ڏنو ويو ۽ حضرت امام حسين ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ٿيو. اسان جي ڏاڏي، پير سائين سيد محمد بقا شاھ کي به شهادت ملي. ڏسو! کي نبي آهن، کي يار آهن ته کي امام آهن، رب ڪريم کين آزمائي سندن ڪيڏا درجا بلند ڪيا آهن. مالڪ جا سڀئي ڪم حڪمتن کان خالي ناهن. اي فقيرؤ! اسان سان به ڪا وڏي مهرباني ٿيندي، جو اسان ان تڪليف کي برداشت ڪنداسين. توهان الله تي رکو.

# خيرات

خيرات بابت حڪم آهي ته ڪنهن بيواھ، رن زال عورت، نياڻي، يا اهڙو عزيز قريب، جنهن جو روزگار تنگ آهي، ته اول انهن کي ڏجي پوءِ ٻين کي. خيرات مهل نيت فقط الله ڪارڻ جي هجي، ٿوري يا احسان جي هرگز نيت نه هجي، پوءِ بي شڪ الله تعاليٰ ءِ ان فوتي شخص کي خيرات جو ثواب پهچائيندو.

# نشي جي بيان ۾

هر قسم جو نشو حرام ۽ ان جو پيئندڙ منڪر آهي. بيڙي حقو ناس، تماڪ کائڻ، ڀنگ، گانجو چرس، آفيم ۽ شراب حرام آهن. اهي سمورا نشا انسان کي سست ڪندڙ، نماز کان ڪاريندڙ ۽ طبيعت کي خراب ڪندڙ آهن. حڪمتي قول آهي تہ شراب پيئڻ سان دق تپ ٿئي ٿو.

سلھ ۽ اکين جي روشنائي ختم ٿئي ٿي. چرس سان بہ سلھ جي بيماري ٿئي ٿي ۽ آفيم کان مردانگي طاقت ختم ٿئي ٿي. بهرحال الله تعاليٰ جي محبوب نبي ﷺ سيني نشن کي حرام فرمايو آهي. جن ۾ پئسا بہ زيان ٿين، طبعيت بہ خراب ٿئي، پر وڏي ڳالھ تہ الله ۽ ان جو رسول ناراض ٿين ٿا. اميد تہ عقل وارو انسان انهن هدايتن کانپوءِ انهن شين جي ويجهو ڪڏهن بہ نہ ويندو.

# قسم

اڄڪلھ رواج آهي تہ ماڻهو ٿوري گهٽي ڳالھ تي الله، رسول، قرآن يا مرشد جو قسم کڻندا آهن. خواهہ مخواهہ قسم کڻڻ وڏو گناھ آهي ۽ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو بہ قسم هرگز نہ کڻجي، جو ائين ڪرڻ ڪفر جي قريب آهي.

# تنبيهون

- ڪوبہ ماڻهو ڪنهن مسلمان خلاف ڪا ڳالھ ڪري، تہ جلدي ان تي عمل نہ ڪجي، بلڪ چڱي طرح جاچ ڪري، پوءِ شرعي فيصلو ڪجي.
- ڪنهن بہ مسلمان بابت بدگماني نہ ڪجي، اکين سان ڏسي پوءِ پڪ ڪجي.
- لَٿ اها ڏاڙهي جا ڪلهي تائين اچي، ان کان وڏي نہ هجي ۽ ان ۾ پٽ پلي لڳل هجن. هيٺي پڳ نہ ٻڌجي ، يعني هيڙو ڪپڙو ڪري پٽڪو ٻڌندا آهن. سوائين نہ ڪيو ۽ ڪاڙهيو پٽڪو نہ ٻڌجو، جو پير سائين مسند ڏٺي ، ان کان منع ڪندا هئا.

# نماز جا وقت

جاهل رافضي چوندا آهن تہ نماز جا وقت مقرر نہ آهن، مير علي نواز بہ
...سان کان اهو سوال ڪيو هو، جڏهن اسان قرآن پاڪ مان ڪيس واضح ڪري ٻڌايو
...، نماز جا پنج وقت آهن ۽ هر هڪ نماز جو الڳ الڳ وقت مقرر ٿيل آهي، تڏهن
...مير بہ مڃيو.

# شڪار ۽ الله جو ذڪر

حضرت تجر ڏٽي بادشاهہ کي شڪار جو ڏاڍو شوق هوندو هو، سندس بندوق "گل چين" جيڪا اسان کان سرڪار ڪيسي ورتي هئي. ان سان هڪ ڦاڙهو شڪار ڪري، پير سائين روي ڏٽي قدس سره جي سامهون رکيائون، پير سائين روضي وارن فرمايو تہ اهو ڦاڙهو کائڻ جائز ناهي، جو تون الله جي ذڪر کان غافل رهيو هئين؟ تڏهن پير سائين تجر ڏٽي عرض ڪيو تہ قبلا! مون قرآن پاڪ جا ڇهہ سيپارا پڙهيا هئا. تڏهن هي ڦاڙهو ڏيهي ۾ آيو. پوءِ شڪار ڪيم ۽ الله جو اسم وٺي ذبح ڪيم. پير سائين روضي وارن مسڪرائي فرمايو تہ هاڻي اهو ڦاڙهو کائڻ اصح حلال آهي. سو فقيروُ! هر ڪم ۾ الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ ياد کان غافل نہ رهڻ گهرجي. جيڪڏهن شڪار ڪرڻ مهل نماز جو وقت ٿي وڃي تہ اول نماز ادا ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ انشاءَالله نماز جي برڪت سان اهو شڪار ڪيڏانهن ڪو نہ ويندو.

# ادب

هڪ رات پير سائين روضي ڏٽي قدس سره، حويلي مبارڪ ٿي ويا تہ پير سائين تجر ڏٽي بہ سندن پويان پٺي آيو. تڏهن پاڻ فرمايائون "ابا! هاڻي اتي ويهي رهہ". پوءِ پاڻ اندر هليا ويا ۽ پير سائين تجر ڏٽي سڄي رات اتي ويٺا رهيا. جڏهن پاڻ فجر نماز لاءِ ٻاهر نڪتا تہ کين ويٺل ڏسي فرمايائون تہ. ابا تون اتي ڪيئن ويٺو آهين؟ پير سائين تجر ڏٽي عرض ڪيو تہ توهان رات سومهڻي کانپوءِ حڪم

فرمايو هو تہ اتي ويهي رهہ. سو مان رات کان اوهان جي امر موجب ويٺو آهيان.
تڏهن پير سائين روضي وارن کي ڀاڪر پائي پيار ڪيو ۽ جيڪا روحاني مهرباني ڪرڻي هئي، سا ڪري ڇڏيائون. ( اهڙو نقل ملفوظات ۾ پير سائين پٽ ڌڻي روضي ڌڻي بابت آيل آهي.)

## آداب گفتگو

ڪنهن بہ ڳالهائڻ يا بحث ڪرڻ وقت، آواز جهڪو رکڻ ۽ نرمي ڪرڻ، محبوب ڪريم ﷺ جي سُنت آهي، گفتگو ڪرڻ مهل ڏاڍيان نہ ڳالهائجي. باقي ڪنهن کي سڏڻو هجي تہ ڀلي آواز سان سڏجي. پنهنجي مرشد ، رهبر يا عالم سڳوري اڳيان ڏاڍيان ڳالهائڻ ، يا وچ ۾ ڳالهائڻ بي ادبي آهي ۽ جيڪو انهن ڳالهين کان باز نہ ايندو ان تي ملائڪ لعنت ٿا وجهن.

## عشرة مبشرة اصحابي

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن مديني شريف ۾ بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ ڪريمن کي دل ۾ خيال آيو تہ جيڪر پنهنجي ڏاڏي حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السلام جي تعمير ڪيل ڪعبة الله شريف ڏي منهن ڪري نماز پڙهان. پاڻ ڪريمن اڃان بہ رڪعتون پڙهيون هيون تہ. نماز اندر ڪين حڪم ٿيو تہ هاڻي ڪعبة الله شريف ڏي منهن ڪري نماز پڙهو. پوءِ حضور جن نماز دوران ئي منهن مبارڪ ڦيرائي ڇڏيو ۽ صحابہ ڪرام جي چهرن جي سامهون ٿي بيٺا، ان وقت ڪي اصحابي سڳورا ويهي رهيا، پر ڏهہ اهڙا اصحابي هيا جيڪي پنهنجي جاءِ تي بيٺا رهيا ۽ حضور پاڪ جي چهري مبارڪ سامهون نماز ادا ڪندا رهيا. انهن ۾ حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني، حضرت علي شير خدا ، حضرت عبدالرحمان بن عوف، حضرت طلحہ، حضر زبير بن عوام، حضرت سعد ، حضرت سعيد بن زيد ۽

حضرت عبيده بن الجراح شامل هئا. حضور ڪريم ﷺ ايترا راضي ۽ خوش ٿيا، جو انهن ڏهن ئي اصحابن سڳورن کي جيئري جنت جي بشارت ڏنائون.

# ڪعبة الله شريف جي تعمير

حضرت آدم عليہ السلام ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام، ڪعبة الله شريف جي تعمير ۾ پنجن جبلن جا پٿر استعمال ڪيا هئا. جبل لبنان، طور سينا، جبل جودي، توزينا ۽ جبل حرام . ڪعبة الله کي سڀ کان اول حضرت آدم عليہ السلام، ملائڪن واري بنياد تي تعمير ڪرايو. ان بعد حضرت شيث عليہ السلام تعمير ڪيو، عمالقه ۽ جرهم قبيلن وارن به بيت الله جي تعمير ۾ حصو ورتو. بيت الله جي خاص تعمير حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت اسماعيل عليہ السلام ڪئي. حصرت نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ مڪي جي قريشن گڏجي بيت الله جي تعمير ڪئي، جنهن ۾ "حجراسود" کي پاڻ ڪريمن ﷺ پنهنجي مبارڪ هٿن سان بيت الله جي ديوار ۾ نصب ڪيو. بيت الله تعمير ٻارهن ڀيرا ٿي آهي.

# دنيا ۽ آخرت

اي فقيرؤ! هي دنيا ناٽڪ جو کيل آهي جيڪڏهن هن دنيا ۾ ڪو چڱو ڪم ڪندو ته آخرت ۾ موچارو اجر ملندو. چوڻ آهي ته " دنيا، آخرت جي کيتي آهي". جيڪي هتي پوکينداسون ان جو ثمر آخرت ۾ ملندو. پر هتي برا ڪم ڪندو ته آخرت جو عذاب نهايت سخت آهي. " لايموت فيها ولا يحيي" ان ۾ نه موت هوندو نه زندگي هوندي. تنهن ڪري آخرت لاءِ چڱا عمل ڪيو. مرڻ کانپوءِ ڪوبه ٻيهر هن دنيا ۾ نه موٽندو. هن دنيا جي ڳڻتي بلڪل نه ڪيو. هن مان هيٺو سڀ سڀ ڪو هليو ويندو.

# بيڪار ڪان موت ڀلو

حضرت سليمان عليہ السلام وٽ هڪ شخص آيو چيائين تہ مون کي ڪمائڻ جي طاقت آهي، پر ڪو ڪم ڪري نٿو سگهان، تون الله جو نبي آهين مون کي روز ماني ڪارائيندو ڪر؟ حضرت سليمان فرمايو تو کي ماني ڪارائڻ ہر ڪا تڪليف ناهي، پر تون عقل ۽ هوش کا ڪم وٺ. بيڪار ويهڻ برو آهي، تون وڃ ۽ هڪ ڪولي کان عقل ۽ سبق سک. جيڪا رات ڏينهن هڪ ڪري ڇهن مهينن جو کاڌو گڏ ڪري رکي ٿي ۽ ڇهہ مهينا آرام سان کائي ٿي. تو کي بہ ائين محنت ڪرڻ گهرجي جو بيڪار کان موت ڀلو آهي. اسان جي مريدن کي بہ بيڪار رهڻ نہ گهرجي.

# نوڙت ۽ نهٽائي

نوڙت ۽ نهٽائي چڱي آهي. اسان جو محبوب نبي ڪريم ﷺ بہ نوڙت ۽ نياز جو مظهر هو. جيڪڏهن ڪافر بہ اسلام بابت بحث ڪرڻ ايندا هئا تہ بہ حضور ﷺ جن پنهنجي مبارڪ ڪلهن جي چادر مبارڪ وڇائي ڇڏيندا هئا. فارسي واري چيو آهي.

تواضع ز گردن فرازان نکواست
گدا گر تواضع کند خوءِ اوست

نوڙت ڪري تہ ڪو معتبر ڪري، باقي پينون نوڙت نہ ڪندو تہ ٻيو ڇا ڪندو.

# دُعا ۽ پٽ

الله تعاليٰ هر عام ماڻهو جي پٽ يا بد دُعا قبول نہ ڪندو آهي. جيڪڏهن هر ڪنهن جي پٽ ۽ بد دعا قبول ٿئي تہ دنيا ۾ ڪوبہ ماڻهو نہ بچي. باقي الله وارن، غوثن، قُطبن ۽ ولين جي دُعا ۽ پٽ اثر ڪندي آهي. مظلوم، رن زال ۽ يتيم جي بد دُعا کان بہ بچڻ گهرجي. سفيد ريش (اڇي ڏاڙهي) واري نيڪ شخص جي دعا بہ اثر ڪندي آهي.

# الله تعاليٰ جي قدرت

هن دور ۾ ڪي جاهل بحث ڪندا آهن تہ الله تعاليٰ هي دنيا ڪيئن پيدا ڪئي؟ حالانڪ جيئن انهن جي وڏن کي پيدا ڪيائين تيئن کين بہ پيدا ڪيائين . الله تعالي پهريان سبز ياقوت پيدا ڪري ان تي پنهنجي نور جي تجلي وڌي. جيڪو هيبت رباني سبحان سائي رنگ جو پاڻي ٿي ويو. الله تعاليٰ ان پاڻي مان واءُ پيدا فرمايو ۽ ان پاڻي کي واءُ تي رکيو ۽ الله تعاليٰ زمين کي پاڻي مٿان رکيو آهي، هي اسان جي زمين خشڪ آهي ۽ باقي ٽي حصا پاڻي آهي. جڏهن زمين پاڻي مٿان لڏڻ لڳي، تڏهن قادر ڪريم زمين کي جبلن پهاڙن جي ميخن سان مضبوط فرمايو آهي. اهي سڀ قادر جون قدرتون آهن.

# گدڙ جي پيروي

ان ماڻهو کي ٿوري تڪليف ڏسڻي پوندي، جيڪو هوشياري ۽ دور انديشي کان ڪم وٺندو ۽ ٿوري ڳالهہ کي گهٽُو سمجهندو تہ خطا نہ کائيندو گدڙ کي جڏهن رات جو سيءُ ٿيندو آهي. تڏهن زال کي چوندو آهي تہ سياڻي ضرور سيءُ کان بچڻ لاءِ ڏر کٽندس ، وري ٻئي ڏينهن ڳالهہ وسري ويندي آهي ۽ ساڳيو سيءُ پيو مرندو آهي ، سو گدڙ جي پيروي ڪرڻ عاقلن جو ڪم ناهي.

## احتياط ۽ هوشياري

گدڙ جي شڪار تي وڃجي ته شينهن جي شڪار جو سامان کڻي وڃجي. شينهن جي شڪار تي وڃجي ته هاٿي جي شڪار جو به سامان کڻي وڃجي. هر ڪم ۾ احتياط ۽ هوشياري ضروري آهي. اسان کي به اهڙا ڪافي موقعا سامهون آيا آهن.

## مرڻ ڪانپوءِ اٿڻ

اي فقيرؤ! اسان کي ايمان رکڻو آهي ته، مرڻ ڪانپوءِ ٻيهر اٿڻو آهي ، ۽ الله جي بارگاھ ۾ حساب ڪتاب ڏيڻو آهي، ڪافر چوندا آهن ته زندگي بس هي ئي آهي ۽ مرڻ کان بعد ڪير به ڪونه اٿندو حالانڪ رب ڪريم اهوآهي جنهن نه هجڻ مان انسان پيدا ڪيو ۽ اهوئي رب ڪريم ساڳي انسان کي ٻيهر جيارينڊو

## نفس جا قسم

نفس جا ٽي قسم آهي (1) نفس اماره، اهو خراب قسم جو نفس برائي جو امر ڪندڙ آهي. (2) نوس لوامہ، اهو انسان کي خراب ڪمن کان سمجهائي ٿو (3) نفس مطمئنہ اهو الله جي نبين، ولين ۽ صالحن جو آهي، الله جا نبي معصوم هوندا آهن ۽ اولياءَ الله معصوم نه هوندا آهن بلڪ محفوظ هوندا آهن. اي دوست! جي تون پنهنجي نفس کي پهتين ته چڻ خدا کي پهتين. نفس کي شڪار ڪرجو عجيب شڪار آهي

## واعدي خلافي

جيڪي ماڻهو انجام ڪري ڦري ويندا آهن. تن کان قيامت جي ڏينهن پڇاڻو ٿيندو ڪيل واعدي کي پورو ڪرڻ مومن جو ڪم آهي. حديث شريف موجب،

واعدي خلافي ڪندڙ منافق آهي، جيڪو ماڻهو انجام جو پورو نہ آهي، ان وٽ نہ دين آهي نہ ايمان.

## حڪمتي قول

هن ڪتاب ۾ ڪجهہ حڪمتي قول لکڻ بہ ضروري آهي، جو دين ۽ دنيا جي فائدن کان مريدن کي واقف ڪجي. بدن جي صفائي سترائي جو خيال رکجي، جو پاڪائي ۽ صفائي رکندڙ سان الله محبت ڪري ٿو باقي دل جي صفائي، الله جي ذڪر سان حاصل ٿيندي آهي، صفائي رکندڙ ماڻهو بيمار نہ ٿيندو آهي، بدن صاف نہ هئڻ سبب خارش ۽ بخار ٿيندو آهي. انسان چئن مُک ڳالهين تي هلي ٿو، کاڌو موسم، هوا ۽ پاڻي. جنهن سال مينهن گهڻا وسندا آهن، تہ ان سال ۾ سرءُ جو تپ بہ گهڻو ٿيندو آهي. ۽ ان جو علاج آهي، سرءَ جي مند کان اڳي ڪاري ڊاک کائڻ گهرجي ۽ هلڪو ديسي جلاب جيڪو طبيعت جي موافق هجي اهو هميشہ وٺڻ گهرجي .جيڪڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾ وبا پوڻ جو امڪان هجي تہ گهر کي بلڪل صاف سترو رکڻ گهرجي . جيڪڏهن مالدار آهي تہ روزانو پاڻي ۾ فينائل رکي . ان سان ڇنڪارو ڪري ۽ جيڪڏهن غريب آهي تہ نم جي اَڪن ۽ سُڪل پنن کي گڏائي باهہ ڏيئي دونهين جو واس ڏجي ۽ برتن ٿانو ۽ لٽا بہ گرم پاڻي سان ڌوئڻ گهرجن.

## مرشد ڇا کي چئجي؟

جنهن مرشد جا چئني پاسي مريد هجن ۽ چئني پاسن وارن کي خدائي سڏ ٿئي تہ ڪامل مرشد چئني کي سڪرات مهل پهچي وڃي ۽ هَڪل ۾ حامي ٿئي، جيئن سيني جا وار ماڻهو جي هٿ کان پري ناهن تيئن ڪامل مرشد کان بہ صادق مُريد پري نہ هوندو آهي. هڪ پيري حضرت پير سائين (سيد حزب الله شاهہ) تخت ڌڻي رحمة الله عليہ لاڙ جي سفر دوران تنبُو ۾ سُتل هيا، اچانڪ آڌيءَ رات جو

اٿي وينا ۽ خادمن کي فرمايائون تہ هرڻي تي پاکڙو ڪري اچو. هَرڻو سندن مهري اٺ جو نالو هيو. پوءِ پاڻ سان ڪير ۽ بہ ٽي ڪتا بہ ڪنيائون ۽ هڪ پاسي روانا ٿيا ۽ جماعت پريشان ٿي وئي تہ پاڻ بيگاه وقت جو ڪيڏانهن روانا ٿيا آهن. پاڻ ڪنهن ڪنهن جاءِ تي بيهي ڪجهہ ڪنائيندا اڳتي ٿي هليا. پوءِ هڪ جاءِ تي بيهي رهيا ۽ فرمايائون تہ هتي ڏسو تہ ڪا شيءِ آهي؟ خادم اڳتي وڌي جو ڏسن تہ هڪ زائفان ڪراڙي آهي، جيڪا مرشد ڪريم کي پٺي تي ساري، پاڻ ان کي کير پياريائون ۽ ڪتا ويڙهائي، منزل گاهہ تي وٺي آيا. فجر جو ساري جماعت ۾ اها ڳالهہ هلي وئي. فقير جڏهن اُن ڪُراڙيءَ کان پڇيو تہ چيائين آئون پير سائين جي زيارت لاءِ پئي آيس تہ رستي ۾ مون کي گردي جو سور پيو ۽ بيمار ٿي پيس ۽ اچي مرشد ڪريم کي سڏ ڪيم تہ پاڻ اچي هڪل ۾ حامي ٿيو.

## مريد ڇا کي چئجي؟

مريد اهو آهي جيڪو مرشد اڳيان ايئن هجي جيئن ميت جيئرن اڳيان ۽ جنهن وٽ پڙهڻ اچبو آهي ان کي پڙهائبو ناهي ۽ جنهن مريد ۾ اهي وصفون نہ هونديون تنهن کي مرشد مان نہ هن جهان ۾ ڪو فيض حاصل ٿيندو ۽ نہ هُن جهان ۾ شفاعت نصيب ٿيندي ، ۽ مريد کي جُڳائي تہ مرشد جي هر حڪم تي لبيڪ چوي. فارسي بيت آهي:

بمي سجاده رنگين کُن گرت پير مغان گويد
کہ سالک بي خبر نبود زراهہ ورسم منزلها

جيڪڏهن پير طريقت، مريد کي، شراب ۾ مصلي رنڱڻ جو حڪم ڪري تہ بہ مريد ائين ڪري، ڇو جو سالڪ راهہ ۽ رسم جي منزلن کان بي خبر ۽ اڻ واقف نہ هوندو آهي.



Scanned with CamScanner

# عمر جا ڏاڪا

سنڌي ۾ انسان جي عمر بابت پهاڪو آهي، جيڪو اسان ۾ هتي لکون ٿا:

- ورهيه گذريا ڏهه ته ڏڪائي گڏهه. يعني جنگهن ۾ طاقت هوندس، پڇندو ڏڪندو ۽ جيڪي چاهيندو سو ڪم ڪري سگهندو
- ورهيه گذريا ويهه ته نڪا لچ نڪا ليهه، يعني عشق بازيون ڪندو شادي ڪندو اوڙي پاڙي ۾ اکيون وجهندو.
- ورهيه گذريا ٽيهه ته جنگهن ڪئي گيهه، جنگهن مان طاقت گهٽ ٿيندي ۽ اُرهه ۾ طاقت وڌندي
- ورهيه گذريا چاليهه ته آئي بخت جي ٿالهي. يعني حقيقي بالغ ٿيندو بخت چوٽ ڪري بيهندس.
- ورهيه گذريا پنجاهه ته سنڌن چڏيو ساهه، يعني سگهه گهٽجندي ويندي.
- ورهيه گذريا سٺ ته هٿ ۾ رکيائين لٺ. يعني هلڻ ڦرڻ ۾ لٺ کي سهارو بڻائيندو
- ورهيه گذريا سَتر ته عُمر ۾ پئي ڪُتر. يعني چوندو ته اڄ ٿو مران يا سڀاڻ ٿو مران.
- ورهيه گذريا اسي ته پٽن مسند ڪسي . پٽ چوندا ته ابا تون ڪراڙو ٿي ويو آهين هاڻي وٺو آرام ڪر، ڪم ڪار اسان پاڻهي ٿا ڪيون.
- ورهيه گذريا نوي ته وٺو ڪانگڙي جيان لنوي، يعني سرير ۾ سٽ ڪانه رهندي، رڳو حاجي بخشي وانگر ڳالهائڻ تي زور رهندو
- ورهيه گذريا سئو ته سڄڻ لاٿو آسرو ۽ دشمن پڳو پڙ. يعني هاڻي ڪنهن به ڪم جُو نه رهيو. اي فقيروُ! هن بي بقا زندگي جو اهو حال آهي، جيڪو اسان هت لکيو آهي.
-

# حڪمت عملي

سنڌ ۾ ڀهرم ٻري جو ميلو هر سال لڳندو هو. انگريزن پاران مقرر ڪيل سِک آفيسر جوالا سنگهه ۽ اتي اچي نڪتو پنجاهه سپاهي گڏ هيا. سياري جي رات هئي، سمورا مچ جي چوڌاري ويٺا هئا ۽ ڪبابن جون سيخون پچي رهيون هيون. اتي دين جا در ” حُر “ اچي نڪتا، جن ۾ پيرو گلو ۽ تڳيو به هئا. تمام ٿورڙن ”حُرن“ وڏي حڪمت عملي ۽ بهادري سان ، پنجاهه سپاهين جي وچ ۾ ”جوالا سنگهه “ کي ماري ڇڏيو. اسان جي اڳين ”حرن“ جو ايڏو انتظام هو. اڄوڪا به پنهنجو حال ڏسن. همت مردان مدد خدا. اي فقيرؤ! حاجي نوازي کي به ” حرن“ ان ڪري ماريو هو. جو ان پير سائين محافي ڏٽي کي صلاح ڏني هئي ته ” حرن“ جي ٻانهن، انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو.

# محبوب جي سنت

هڪ پيري پير سائين تخت ڏٽي مير علي مراد وٽ تشريف فرما ٿيا، اتي مير جي هڪ وزير پير سائين کان سوال ڪيو ته قبلا هن وقت شيطان ڪٿي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته شيطان الله تعاليٰ کان طاقت گهري ورتي هئي. جو جتي به چاهي ته لمحن ۾ پهچي سگهي ٿو. ان شخص ضد ڪيو ته نه هن وقت شيطان ڪٿي آهي؟ پير سائين جي هڪ فقير چيو ته قبلا مونکي اجازت ڏيو ته ڪيس جواب ڏيان؟ پاڻ اجازت ڏنائون فقير چيو ته هيڏي سموري ڪچهري ۾ سنيي کي ڏاڙهي آهي. جيڪا محبوب ڪريم ﷺ جي سنت آهي پر صرف ان سوال ڪندڙ جي ڏاڙهي ڪوڙيل آهي، تنهن ڪري اهو شيطان آهي، جو هن وقت سيني جي سامهون ويٺو آهي، تنهن تي سيني ڪلي ڏنو. اڄ ڪلهه ته ڏاڙهي واري تي ٺوڪون ڪيون ٿيون وڃن، اهو آهي وقت جو ڦيرو.

# حجت ناهه هوت سين

هڪ پيري پير سائين بنگلي ڏٺي، ڪنهن ڳالهه تان عبدالله فقير ڪاتيار تي ناراض ٿي پيا ۽ هڪ وڻ سان ڪيس ٻڌرائي ڇڏيائون جڏهن عبدالله فقير هي ڪافي چئي، تڏهن پاڻ معافي ڏنائون.

ساڻ زوراور زاري زاري ووجڙيا يار، تو سان حجت ناهي منهنجي
ڪاٿي ڪٿاري، ڪاٿي سوري، ڪاٿي حافظ ملان قاري قاري
شاهه منصور ۽ فرعون فرق ٿيا، ڪيها نوري ڪيها ناري ناري
عبدالله ڪي پير پنهنجي جي، ساڃهه بخشيين ساري ساري
توسان حجت ناهي منهنجي ، توسان حجت هاني مهنجي.

# جماعت ۾ سفر

اسان جا وڏا ٻه جماعت ۾ فقط هدايت ۽ فيض لاءِ سفر ڪندا هيا ۽ اسان جو جماعت ۾ سفر ڪرڻ ٻه خاص هدايت ۽ اصلاح لاءِ ئي آهي، جيڪڏهن ڪنهن غريب فقير وٽ مالدار ۽ شاهوڪار اچي ٿو ته خوشامد ۾ قرض ڪٽي، ان لاءِ سٺا طعام ڪاڏا تيار ڪن ٿا. اسان ان ڳالهه جي بلڪل اجازت نه ٿا ڏيون. بلڪ جيڪو ٻه روضي ڏٺي جي ننگر مان تيار هجي، اهو پيش ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪوائين ڪرڻ ڪان نه مڙي، ته ان تي پنج روپيا ڏنڊ وڌو وڃي.

# ڪبيره گناهه

"ڪبيره گناهن " جو تعدا ٽي سئو جي لڳ ڀڳ آهي، انهن مان چند وڏن گناهن جو هتي ذڪر ڪجي ٿو: ناحق خون ڪرڻ، اولاد قتل ڪرڻ. بي گناهه مَرد يا عورت ڪي زنا جو طعنو هڻڻ. ڪافرن جو پاسو وٺي مسلمان سان وڙهڻ. يتيمن جو مال کائڻ. جادو ڪرڻ، ڪرائڻ ۽ سکڻ. وياج کائڻ، چوري ڪرڻ . ڪوبه نشو ڪرڻ . حرام ڪائڻ. ڍُبر ۾ زنا ڪرڻ. ڪنهن جو مال خراب ڪرڻ . ڪوڙي شاهدي ڏيڻ . بنان عذر رمضان جو روزو

پيڇڻ. رمضان جا روزا نہ رکڻ. مال ۾ يا ڪابہ خيانت ڪرڻ. نماز صفا ڇڏي ڏيڻ بنان عذر جي نماز قضا ڪرڻ سچي رسول ﷺ تي ڪوڙ هڻڻ ڪنهن بہ اصحان يسڳهوري ڪي بد لفظ چوڻ سچي شاهدي لڪائڻ رشوت ڏيڻ يا وٺڻ. زال مڙس ڪي ويڙهائڻ مومنن تي چغلي هڻڻ. زڪوٰة نہ ڪڍڻ حج نہ ڪرڻ طاقت باوجود. ڪلام الله شريف پڙهي وسارڻ الله جي رحمت مان نا اميد ٿيڻ شرعي عذر کان سواءِ زال جو مڙس جي فرمانبرداري نہ ڪرڻ حسد ۽ ساڙ ڪرڻ منافقت ڪرڻ گِلا ڪرڻ مسلمان ڀاءُ ڪي حقير سمجهڻ پاڻ کي سيني کان ڀلو سمجهڻ شُڪر ترڪ ڪرڻ ڏوکو ٺڳي ڪرڻ عالمن تي ٺٺول ڪرڻ ڏاڙهي ڪوڙائڻ خيرات يا ڪنهن سان نيڪي ڪرڻ بعد ٽورو جتائڻ. قبرن کي سجدو ڪرڻ پر جي عبادت جي نيت سان سجدو ڪندو تہ اهو بنا سڪ جي ڪافر آهي. ڪافرن جو ريتون رسمون اختيار ڪرڻ ساز وڄائڻ ۽ حلال سمجهڻ وڏا ٺهڪ ڏيڻ ۽ ٻڌڻ. ڳوٺن واري راند ڪرڻ شطرنج راند ڪيڏڻ ۽ ان کي حلال سمجهڻ غيرت نہ ڪرڻ واجب الخيرات مال ۾ بُخل ڪرڻ حقارت سبب مسلمان ڀاءُ تي سلام نہ ورائڻ يا جواب نہ ڏيڻ قرض جي اوڳاڙي مهل سختي ڪرڻ جنهن شهر ۾ وَبا بيماري هجي تہ ان مان ڀڄي نڪرڻ. جو الله کان ڪاڏي ڀڄندو. مسلمانن کي گاريون ڏيڻ فال ميڄڻ مسلمان بادشاهہ سان بغاوت ڪرڻ جاسوسي ڪرڻ مسلمانن جي. مرد کي زالن وانگر زيور پائڻ يا ريشم پٽ جا لٽا پائڻ ڇوڪرن کي سون چاندي جا ڳهہ پارائڻ مومن تي سختي ڏسي خوش ٿيڻ طعام مان عيب ڪڍڻ قبرن جي مٿان چڙهي ويهڻ عورت کي سنها لٽا پائڻ جو ان مان کل پئي ڏيکارجي، فوتگي وقت منهن مٿو پٽڻ ۽ ڪارا ڪپڙا پائڻ نماز ۾ تڪڙ ڪرڻ ۽ رُڪن صحيح ادا نہ ڪرڻ فرض نماز ۾ امام کان اڳي سجدو ۽ رڪوع ڪرڻ تترجي آواز يا ڪنهن ٻئي شيءِ تي سوڻ ڪرڻ. قبرن مٿان ڏيئا ٻارڻ وڏن موڪرن پاچن کان اسين منع ٿا ڪريون. تنهن ڪري اي مريدؤ! اوهان نہ ڪجو مٿي جا وار تمام وڏا (سنت کان وڌيڪ) ڇڏڻ هتي ڪبيرن گناهن جو باب پورو ٿيو.

# گناهن جي بيماري جو نسخو

ڪنهن ماڻهو هڪ حڪيم کي چرچو ڪري چيو ته مون کي قلب ۾ گناهن جي بيماري آهي ، مون کي ان لاءِ ڪا دوا ڏي. طبيب چيو ته علاج سولو آهي، ان لاءِ هڪ نسخو ڏسيان ٿو ته ، فڪر ۽ نياز جي وڻ جون پاڙون ۽ توبه ۽ پرت جون ٻه ٻڙيون رضا جي اُکريءَ ۾ وجهي، عنايت جي دستي سان ڪُٽي سنهو ڪر، پوءِ تقويٰ جي ڪُنيءَ ۾ وجهي ان ۾ حياءَ جو پاڻي وجهه، پوءِ محبت ۽ حقيقت جي باهه ٻار جڏهن پچي تيار ٿئي ته شڪراني جي پيالي ۾ وجهه ۽ ڪوشش واري چمچي سان کاءِ ته توکي گناهن واري بيماري ڇڏي ويندي.

## توبه

”توبه“ ڪرڻ مسلمان تي لازم آهي، ڪوبه گناهه جو ڪم ٿي وڃي ته، سچي دل سان ٻيهر گناهه نه ڪرڻ جو عهد ڪري، الله جي بارگاهه ۾ غمگين ٿي اچي، ڏک ڏيکاري، زاري ڪري ۽ پشيماني ظاهري ڪري، جيڪو ماڻهو رڳو زبان سان توبه ڪري ٿو ۽ دل ۾ خدائي خوف نه آهي ته ان جي توبه قبول نه آهي.

# ابليس جي روزي

الله سائين جڏهن ابليس کي جنت مان ڪڍيو تڏهن ابليس الله تعاليٰ کي ني عرض ڪيا، هڪ ته قيامت تائين جيئرو رهان، ٻيو ته انسانن جي رت سان ملي رهان، ٽيون مونکي روزي ڏئي. الله تعاليٰ فرمايو ته تنهنجي روزي انسانن سان گڏي ٿو ڇڏيان. جيڪي به ماڻهو ماني کائڻ مهل، ”بسم الله شريف“ نه پڙهن، انهن سان تنهنجي روزي گڏيل آهي. پوءِ شيطان چيو ته هاڻي ضرور تنهنجي مخلص ٻانهن کان سواءِ باقي سڀني کي گمراهه ڪندس. الله سائين فرمايو ته مونکي پنهنجي ذات جو قسم آهي اهي جڪڏهن گناهن کان توبه ڪندا ته ضرور سڀني کي معاف ڪندس، مٿن رحمت ڪندس ۽ سڀني تي راضي ٿيندس.

# قبر جو احوال

جڏهن ڪو صالح شخص يا بدڪار شخص قبر ۾ ايندو آهي ته منڪر نڪير ان کان پهريان ٽي سوال ڪندا آهن. تهنجو رب ڪهڙو آهي. تنهنجو دين ڪهڙو آهي. تنهنجو نبي ڪهڙو آهي؟ ايمان وارو شخص قبر ۾ ڪلمو شريف "لا اله الا الله محمد رسول الله" پڙهندو آهي. پوءِ ملائڪ ان جي لاءِ جنت جي دري کولي ڏيئي ويندا آهن. ۽ بي ايمان ڪجهه به ٻڌائي نه سگهندو آهي پوءِ ان لاءِ قبر ۾ جهنم جي دري کولي ويندي آهي.

# روح راڙو

رب ڪريم جي رسول ﷺ فرمايو آهي ته ، ان ميت کي به عذاب ٿيندو آهي ، جنهن جي پويان، وڏي آواز سان روح راڙو ۽ پٽڪو ٿئي ٿو. وڏي آواز سان روئڻ گناهه آهي ۽ ٻين کي ڏک ڏيکارڻ آهي. بلڪ آهستي روئي جو آواز نه نڪري ، گونگو پاٺي ڳاڙڻ، روئندڙ خواهه ميت ٻنهي لاءِ رحمت ۽ ثواب آهي.

# عاشورن جو بيان

محرم شريف جي ڏهاڙن ۾ امامن سڳورن کي قرآن پاڪ جا ختم پڙهي بخشجن. نفلي روزا رکجن. مسڪينن کي کارائجي پيارجي ۽ انهن جو ثواب امامن کي بخشجي. اسان جي جماعت ۾ انگاس ڪوڙي ماتم ڪرڻ يا روئڻ پٽڻ جي بدعت ڪانهي، جو ته اهو وڏو گناهه آهي. پر تنهن هوندي به لکي تا ڇڏيون. متان پوءِ ڪو اهڙو زمانو اچي جو اها رسم چالو ٿئي. ماتم جاهلن ۽ رافضن جي رسم آهي ۽ اها آل رسول ﷺ متان چٽر آهي. اها سڪ ناهي جو محبوب نبي ﷺ جي فرمانن کان ٻاهر وڃجي. اسان اها وصيت ٿا ڪيون ته ڪڏهن به ماتم ۽ روئڻ پٽڻ به نه ڪجو ۽ نه ڪارا ڪپڙا ڪجو جو ته شهيد جيئرا آهن ۽ انهن کي مئل چوڻ ۽ سمجهڻ وڏو گناهه آهي.

# رزق

الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجا ٻانها! جيئن مان تنهنجو رزق نٿو وساريان، تيئن مون کي بہ نہ وسار ۽ منهنجا ٻانها پاڻ کي هلاکي ۾ نہ وجهہ تنهنجو رزق جيترو تنهنجي مقدر ۾ مقرر ڪيو ويو آهي سو تنهنجي ڪوشش سان نہ وڌندو، رضا تي راضي رهہ ۽ ٿوري تي قناعت ڪر.

# اسماءُ الله ۽ اسماءُ النبي ﷺ

الله سائين جا صفاتي نالا هڪ گهٽ سئو آهن، ۽ سندس قدرتون بي پايان آهن. جن جو ڪو شمار ناهي ۽ حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جا نالا بہ هڪ گهٽ سئو آهن. ڪوبہ ماڻهو الله تعاليٰ جو نالو وٺي تہ سندس نالي پويان جل جلالہ يا جل شانہ ۽ حبيبن ڪريمن جي نالي مبارڪ وٺڻ پويان "صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم" چوي، اصحابي سڳوري جي نالي پوريان "رضي الله تعاليٰ عنہ" چوي ۽ اوليا الله جي نالن پٺيان "رحمة الله عليہ" چوي. ادب سکو. چو تہ باادب با نصيب، بي ادب بي نصيب! ادب، حيا، غيرت ۽ شرافت ايمان جو سينگار آهن.

# حلال ۽ حرام جانور جانور

جيڪي درندا يعني ڦاڙيندڙ آهن. اهي سڀ حرام آهن ۽ پکين ۾ جيڪي چنبي سان ماري کائيندڙ آهن، سي حرام آهن. باقي ڪبر چنبي سان ماري نہ کائيندي آهي، اها بہ حرام آهي. لالي ڪبر يا وَ هيو حلال آهي. مڇين ۾ جنهن کي پير آهن سا حرام آهي ۽ گانگٽ مڪروهہ آهي. ماڪڙ ۽ مڇي، بنا ذبح جي حلال آهن. حلال اها شيءَ آهي، جنهن ۾ ڪوبہ شڪ ناهي ۽ حرام جنهن کي الله تعاليٰ ۽ ان جي حبيب ڪريم ﷺ حرام قرار ڏنو آهي. باقي انهن جي وچ تي ڪي مشتبہ ۽ مڪروهہ آهن. جن کان بچجي تہ بهتر آهي.

# ڏند ڪيڙائڻ جي تاريخ

اي فقيرؤ! اڄ اسان 28 ڊسمبر 1930ع مطابق 6 شعبان 1349ھ ڇنڇر تي صبح 10 وڳي ھڪ مٿيون ڏند سور جي ڪري ڪڍايو آھي.

## ڏوھ ۽ سزا

- جيڪو ھن دنيا ۾ فخر ۽ تڪبر سان ھلندو سو آخرت ۾ پولڙو ٿي اٿندو
- جيڪو ھن دنيا ۾ حرام ڪائيندو، سو آخرت ۾ خنزير جي مثل اٿندو.
- جيڪو ھن دنيا ۾ رشوت ۽ وياج ڪائيندو، سو قيامت جي ڏينھن اونڌي منھن اٿندو
- جيڪو يتيمن ۽ ڪنھن مسڪين مسلمان جو مال لالچ ۽ ظلم سان ڪائيندوسو انڌو ٿي اٿندو
- جيڪو پنھنجي عملن تي فخر ڪندو سو آخرت ۾ گونگو ۽ ٻوڙو ٿي اٿندو
- جيڪو پنھنجي پاڙي وارن کي ڏکوئيندو، سو آخرت ۾ اٿندو تہ ان جا پير وڍيل ھوندا
- جيڪو ماڻھو پنھنجي شھرت جو تابع ھوندو سو آخرت ۾ اٿندو تہ منجھنس ايتري تہ بدبوءِ ھوندي، جو سڀ محشر وارا ان کان نفرت ڪندا.
- اھي عالم جيڪي شرعي علم ڄاڻڻ جي باوجود بہ ڪنھن کي ڪجھہ بہ حق نہ چوندا سي محشر ۾ اٿندا تہ انھن جون زبانون ارھ تي پيون پونديون ۽ ان مان رت پونءِ پئي پوندي.

# شيطان سان دشمني

پنھنجي نفس جون سڌون وڃائڻ ۽ خدائي حڪم مڃڻ، اھا شيطان کي سزا آھي، شيطان سان دشمني ڪرڻي آھي تہ پوءِ پنھنجي نفس جون سڌون وڃائي خدائي حڪامن تي عمل ڪجي.

# جائز گلا

گلا اها آهي جو جيڪڏهن ان ساڳي شخص جي منهن تي چئجي ته ڪاوڙجي وڃي. اها ڳالهه پر پٺ ڪرڻ گلا آهي، منافقي ۽ بيهودي ڳالهائڻ کان جيڪو به ماڻهو زبان بند رکندو ته اهو ايمان وارو آهي ۽ اها ئي ايمان جي وڏي نشاني آهي، ٽن ماڻهن جي گلا ڪرڻ ۾ ڪو گناهه ڪونهي: (1) شرابي (2) ظالم (3) منافق، اهڙن ماڻهن جي گلا پلي ڪجي ته جيئن هو ان بڇڙي عادت کان توبه ڪن.

# هنر ۽ واپار

اي مريدؤ! اڄڪلهه دنيا ۾ ڪيئي پارٽيون پيدا ٿي ويون آهن. تنهنڪري اسان کي گهرجي ته غريب کي پيار ڏيئي پنهنجو ڪيون ۽ بي دين ۽ ڪميونسٽ ٿيڻ کان بچايون. جو اهي الله تعاليٰ جي ذات، وجود ۽ قدرت جا منڪر آهن، انهن ۾ اسان لاءِ ڪنهن به قسم جي چڱائي ڪانهي.

اي فقيرؤ! هنر ۽ واپار کي وڌايو ته رب ڪريم اوهان جو رزق ڪشادو ڪري، منهنجا ٿورا مريد آسودا آهن پر اسان جي گهڻي جماعت مسڪين آهي، ان ڪري سيني کي محنت ڪرڻ گهرجي جيڪي ٿر جا فقير آهن.اهي رڳو مال چاريو سُتا نه پيا هجن. بلڪ سُٽ نوهار به ٺاهن ۽ اڳٺ به ٺاهن. اڄڪلهه تنگي گهڻي آهي ۽ گذران ڏکيو ٿي پيو آهي ۽ مهانگائي وڏي پئي. اسان وڏيرن تي به اهو فرض ٿا رکون ته، جماعت ۾ هُنر ۽ واپار کي عام ڪن. وانڍي ويهڻ مان ڪجهه نه ورندو جي اهي وڏيرا (دين محمد جوٽيجو، محمد حيات، يار محمد، مٺاخان، محمد علي منو ميتلو، باغ ٿري، مراد علي محبت علي، محمد بچل، بچل شاهه، احسان علي، علي احمد) ۽ جمله جماعت ان ڪم ۾ ڪوشش ڪندا ته، الله ۽ ان جو رسول ﷺ کين پلو اجر ڏيندا. قيامت جي ڏينهن (انشاءالله) پير سائين روضي ڌڻي، تخت ڌڻي، ڪوٽ ڌڻي ۽ اسان جي وچ ۾ هوندا

## شراب

شراب سيني خراب ڪمن جي ڪنجي، ۽ سيني لڄائين جو منڍ آهي. ۽ نحس مراد آهي. شراب فقط هڪ ڀيري پيئڻ سان چاليهه ڏينهن جا چڱا عمل ضايع ٿي وڃن ٿا ۽ ٻي ڀيري پيئڻ سان ڇهن مهينن جا عمل چٽ ٿي وڃن ٿا. ٽئين ڀيري پيئڻ سان هڪ سال جا عمل ضايع ٿي وڃن ٿا. آخر گهڻو وقت پيئڻ سان بهشت حرام ۽ دوزخ حلال ٿئي ٿو. هر نشي ڪندڙ لاءِ اهو مٿيون حڪم آهي. اسان پنهنجي مريدن کي انهي بري ڪم کان منع ٿا ڪيون. مٿان ڪنهن نشو ڪيو آهي. انهيءَ مان سڀ طرح جا نقصان آهن. جسماني طرح بريون بيماريون پيدا ٿين ٿيون ۽ شرعي طور خدائي حڪم جي انحرافي به آهيءَ خدا پاڪ شرابين جي ڪري عذاب نازل فرمائيندو آهي.

## وٽن جي پوڄا

اڳين زماني ۾ ماڻهو بت پوڄيندا هئا ۽ هاڻي ڪي مسلمان وٽن ۾ اگرٻتيون ۽ ڪپڙا ٻڌندا آهن اها وڏي جهالت ۽ برائي آهي. مسلمان کي گهرجي ته اهڙا ٻچڙا ڪم بند ڪن. وٽن کي پوڄڻ، وڏو گناهه ،شرڪ بلڪ ڪفر آهي. جي اسان هنئون صحيح سلامت نڪتاسون ته. ڪنگري واري اها نم ضروري ٻڌائيندا سين ۽ قاضين کي چڱي هدايت ڪنداسين ۽ اها بدعت ڪڍنداسين تنهن ڪري ڪوبه جاهليت وارو ڪم نه ڪيو وڃي.

## ڪفر جا ڪلمان

هاڻي ڪفر جو ڪلمن جو ذڪر ڪيون ٿا. ڪڏهن ڪڏهن لاپرواهي ۾ اهڙا اکر چئي ويندا آهيون، جن سان ڪفر لازم ايندو آهي. جيڪڏهن ڪو قرضدار کي چوي ته جيستائين خدا جي خدائي آهي ته تو ڪئون پئسا وٺي ڇڏيندس. خدا جي خدائي هميشه قائم آهي. تنهن ڪري اهڙو ڪلمو چوڻ ڪفر آهي. ڪو ماڻهو شرعي ڪم ڪري ٿو ۽ ان کي ٻيو ماڻهو چوي ته تون غلط ڪم پيو ڪرين. مون

تہ واري شريعت ڏني آهي. ائين چوڻ ڪفر آهي، الله تعاليٰ کي ظالم چوڻ ڪفر آهي. ڪو پنهنجي دوست کي چوي تہ جي تو کان ڏاڍ بهشت مليو تہ بهشت ۾ نہ ويندس ايئن چوڻ ڪفر آهي. بانگ، نماز رسول الله جي سنت، ڪلمي طيب تي چٿر توڪ ٺٺول، ڪرڻ ڪفر آهي، نماز روزن ، حج ۽ زڪوٰت لاءِ چوڻ تہ اهي بيڪار ۽ ڪنهن ڪم جا ناهن. اهو ڪفر آهي. روزن بابت جاهل چوندا آهن تہ اڃا گُندي ۾ ان آهي. روزا رکي ڇا ڪنداسون . اهو بہ ڪفر آهي. ڪو چوي تہ مون کي شراب وٺي تو ۽ نشي کان سواءِ ڇا بہ ٿئي صبر نہ ڪندس، اهو ڪفر آهي حضرت نبي ڪريم ﷺ جڻن يارن سڳورن ۽ اهل بيت لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائڻ يا گلا ڪرڻ ڪفر آهي. ۽ عالمن اهڙي شخص جي قتل جي فتويٰ ڏني آهي. ڪو شخص قيامت جي حساب ڪتاب جو منڪر آهي يا چوي ٿو تہ قرآن شراب کي حرام نہ ڪيو آهي ۽ ڪفر جي ڪنهن رسم کي ثواب ڪري ڄاڻي ٿو تہ اهو بہ ڪفر آهي ۽ ڪنهن ماڻهو لاءِ ائين چوڻ تہ فلاڻو تہ مري ئي ڪونہ ٿو، شايد الله کان وسري ويو آهي. اهو ڪفر آهي. قرآن پاڪ جي آيت يا سورت کي دهل، نڙ يا سازن تي پڙهڻ ڪفر آهي. اهڙا ڪيئي ڪلما آهن، جيڪي ڪفر جا آهن، جن جي چوڻ سان ماڻهو اسلام کان خارج ٿي وڃي ٿو، ان ڪري نئين سر ايمان جا ڪلمان پڙهڻا پوندا ، زال سان پيهر نڪاح ڪيو ويندو ۽ توبہ تائب ٿيڻو پوندو.

اي فقيرؤ! اهڙن ڪلمن چوڻ کان پرهيز ڪيو. جيڪي مون تي فرض هو سو جيل ۾ هوندي بہ مون ادا ڪيو ۽ جيڪو توهان تي فرض آهي سو توهان ادا ڪجو ۽ هن ليکئي تي ضرور عمل ڪجو.

## تنبيهون

- اي فقيرؤ! گاسليٽ جي بتي جو گهڻو استعمال نہ ڪريو. جو ان مان طبيعت کي نقصان پهچي ٿو. بلڪ ڪوڙي تيل جو ڏيئو ٻاريو. جو اها نبوي سنت آهي. پيرسائين تخت ڌڻي ۽ ڪوٽ ڌڻي بہ گاسليٽ جي بتي کان حذر ڪندا هئا.

- مسجد ۾ بہ گاسليٽ ٻارڻ کان رباني عالمن منع ڪئي آهي.
- پٽ يا ريشم جو رومان نہ ڏارجي، بلڪ وڏيري فيض محمد وانگر هميشہ سٽ جو رومال رکجي.
- رات يا ڏينهن جو مسجد شريف ۾ بنا شرعي ضرورت جي ترسڻ يا آرام نہ ڪرڻ گهرجي. مسافرن کي اجازت آهي ، يا درگاهہ مبارڪ جي مسجد ۾ چوڪيءَ وارا ٽڪي سگهن ٿا ، توڙي لطف عليءَ محبت جي سنگت وارا هجن.
- ڪنهن بہ فقير کي الله تعاليٰ ڪا نعمت عطا ڪري تہ ان تي شڪر ادا ڪري جي شڪر ادا نٿو ڪندو تہ اها نعمت قري قهر الاهي ٿي پوندي ۽ ڏکئي وقت صبر ڪجي ۽ توبہ ڪرڻ ۾ پاڻهي لاءِ بچاءُ آهي.
- ڪي ماڻهو تتريا ڪنهن پکي جي ٻولڻ تي سئوڻ ڪندا آهي، اها جاهلن جي رسم آهي، ان کان بچڻ گهرجي.

## حڪمتي قول

ڪاڏو ڏينهن ۾ بہ پير ڪائجي، هيچ ڪري گهڻو ڪائڻ سان شهوت وڌي ٿي ۽ معدو خراب ٿئي ٿو. روزانو گوشت ڪائڻ طبيعت لاءِ خرابي پيدا ڪندڙ آهي. تازيون ڀاڄيون ڪائڻ گهرجن، گوشت کي صفا ترڪ ڪرڻ نہ گهرجي. جيستائين بک باقي هجي تہ ڇڏي ڏيو. صاف پاڻي جو گهڻو استعمال ڪيو. جو اهو طبيعت کي تازگي بخشيندڙ آهي. صبح سويرءَ طعام واپرائڻ بعد، نم يا چار جو ڏندڻ استعمال ڪرڻ بهتر آهي. ننڊ بہ انسان لاءِ ضروري آهي، پر ننڊ ٿوري ڪجي سياري جي ڏينهن ۽ رات ۾ ڪُل ڏهہ ڪلاڪ ننڊ ڪجي ۽ سانوڻ جي مند ۾ ڇهہ ڪلاڪ ننڊ ڪرڻ گهرجي. حڪمين جو چوڻ آهي تہ گهڻ ڳالهائڻ ۽ گهڻ سمهڻ جهڙيون پليون ٻيون عادتون ناهن.

# هدايتون

عورتن جي ڪچهري ۾ گهڻو وقت نہ ويهجي.

جيڪڏهن فقيراڻيون مولود ۽ ڪافيون پڙهن تہ بيا فقير انهن جي مٿان هرگز ميڙ ڪري نہ ويهن جو اهو زيبائتو ۽ مناسب نہ آهي.

احسان علي، احمد ، محمد بچل ۽ محبت جو حُڪم اسان جو حڪم ڪري ڄاڻجو. اي فقيرؤ! خاندان جي حڪم موجب، جماعت ۽ درگاهہ مبارڪ جي خدمت ڪندا رهجو. نہ تہ مريد نہ سڏائجو. اڄ اسان تي تڪليف جو وقت آهي، اوهان لاءِ آزمائش جو وقت آهي. ڏسون ٿا تہ ڪهڙا ٿا ايمان بچائين. هن حڪم کي جماعت ۾ پڙهو ڏياري ، عام اعلان ڪيو وڃي.

# ترڪ

اي فقيرؤ! سال ۾ هڪ دفعو ترڪ ڪندا ڪريو. اهو ترڪ اسان جي جماعت تي لازم آهي . جيڪي درگاهہ مبارڪ تي هجن، سي درگاهہ تي ترڪ ڪَن. جيڪي ٿر ۾ يا لوڙهن ۾ هجن، سي اتي ترڪ ڪَن. تَرڪ جو مقصد آهي، دنياوي لاڳاپا ۽ ڪم ڪار ڇڏي، سڄو وقت الله تعاليٰ جي عبادت، رياضت ۽ جماعت جي خدمت لاءِ وقف ڪرڻ.

# بد مذهب

بد مذهب سان دوستي نہ رکو، جو اهي اڪثر بي ايمان هوندا آهن. چوڻي آهي تہ ”ڪارو ٻڪري ڪيري سان تہ رنگ نہ مٽائيندو تہ عادت ضروري مٽائيندو“ صحبت ۾ اثر هوندو آهي، ”تخمي تاثير صحبتي اثر“ پيو تہ واڻين سان کائڻ پيئڻ، دوستي رکڻ بہ حرام آهي. تنهن ڪري اهو خيال رکو. اڪثر فرق وارا واڻين سان دوستي رکندا آهن. سي ڪان پلي غيرت دين ۽ ايمان جي غيرت آهي، پيون سي غيرتون پوءِ آهن.

## قرباني

"قربان" الله جي خليل حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ اسان جي محبوب نبي ﷺ جي سُنت آهي. قرباني جي ڏورن ۾ اُٺ جي ڄمار پنج سال، ڳئُون جي ڄمار ٻه سال ۽ ٻڪر جي گهٽ ۾ گهٽ پورو سال هجي. جنهن ڏور کي ڪوبه عيب هجي ته ان جي اضحي نه ڪريو ۽ تمام ڏٻري ۽ بيمار جانور جي به قرباني نه ڪيو. مالڪ سائين جي راهه ۾ هميشه ڀلي کان ڀلي شيءِ قربان ڪجي.

## جيل ۾ عمل

اسان جي جيل ۾ اها عادت رهي آهي، جو هڪ ڏينهن ڇڏي، ٻئي ڏينهن روزو رکندا آهيون. رجب، شعبان ۽ رمضان جا ٽيئي مهينا روزا رکيا اٿم. مڙس ماڻهو اهو آهي جو دنياوي ڪم ڪارن هوندي، الله جي عبادت کي نه وساري.

## مهندي ۽ سونهاري

مهندي هٿن پيرن کي نه لاهجي. البت حالت لاچاريءَ يا بيماري ۾ ڀلي لائجي. ڏاڙهيءَ (سُونهاري) کي مهندي لائجي. پر ڪارو رنگ نه ڪجي، ان جي صرف غازين کي اجازت آهي، ٻين کي نه ڏاڙهي مُٺ کان نه گهٽ ڪريو ۽ نه وڌيڪ. اهو اسان جو خاص حُڪم آهي. جو اها رسم اسان جي جماعت ۾ ڪجهه جهڪي ٿي وئي آهي ۽ انهيءَ تي اسان کي رنج آهي، جو ڏاڙهي ڪوڙائيندو.

## بُرن عملن جون شامتون

مينهن بلڪل نه پوڻ، يا گهٽو پوڻ ، ٻوڏ اچڻ، ماڪڙن جو نازل ٿيڻ، بيمارين، وبائون عام ٿيڻ، زلزلا اچڻ، اهي سڀ اسان جي بُرن عملن جون شامتون آهن. تنهن ڪري الله تعاليٰ کان معافيون گهرو، توبه ڪيو ۽ چڱا عمل ڪيو. پنهنجي ڪيل ڪرتوتن کي ياد ڪري، پشيمان ٿيو ۽ رب ڪريم کي ريجهايو.

## عمل ۽ ذاتيون

الله تعاليٰ کي اعمال پسند آهن ۽ ذاتيون پسند ناهن. الله تعاليٰ وٽ ويجھو عزت وارو اهو آهي، جيڪو تقويٰ ۽ پرهيزگاري جو صاحب آهي. ابولهب حضور ڪريم ﷺ جن جو سڳو چاچو هيو، مگر ڪافر ٿي رهيو. ابوجهل به قريشي هجڻ باوجود نا اهل ٿي رهيو. فقيرؤ! هن ڪتاب کي پڙهجو ۽ اسان جي حڪمن تي هلجو. اسان رب جي رضا تي راضي رهي هتي ويٺا آهيون. اسان جي مريدن مُکن جو حڪم ميڄڻ، اسان جو حڪم ميڄڻ آهي.

## وصيت

اسان هن ڪتاب جو پهريون جلد لکي پورو ڪيو. اسان جو خاص حُڪم آهي ته مشڪواة شريف ۽ شاهنامو فردوسي، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايا وڃن. جو اهي ڪم اسان جي والد شريف جا رهيل آهن. اسان جي مريدن کي ان ڪم ۾ ڪوشش وٺڻ گهرجي. جو انهن ۾ ڪيئي فائدا آهن. اسان وٽ جيڪو هدايت جو درياءُ هو، سو ڪوزي ۾ بند ڪري اوهان جي آڏو رکيو آهي. اوهان کي وصيت ٿو ڪيان ته هي ڪتاب ناياب پڙهجو ته اوهان تي الله تعاليٰ جي رحمت وسندي رهندي. (آمين)

سيد محمد صبغت الله شاهه

هاشمي حسيني جلالي

(1930ع + 1349ھ)

رتاگري

# تعويذ، دُعائون ۽ وظيفا

اسان هن ڪتاب ۾ دعائن ۽ تعويذن جا چند نمونا لکڻ بہ ضروري ٿا سمجهون تعويذن جا بہ نمونا آهن. هڪ تہ ڪا بہ سُورت ڪلام الله شريف جي لکي ، ان جو تعويذ ڪري ٻڌڻ گهرجي. ٻيو تہ ڪلام الله شريف جي ڪا بہ سُورت ڪنهن صاف ٿانو ۾ لکي بيمار کي پيارجي تہ شفا ڏيڻ وارو رب ڪريم آهي. ڪنهن بہ تعويذ لکڻ کان اڳ "٧٨٦" لکڻ گهرجي. جو اهو" بسم الله الرحمٰن الرحيم" جو عدد آهي ۽ هر تعويذ جي آخر ۾ درود شريف ۽ "الله ڪافي محمد شافي" لکڻ گهرجي.

پندرهون نقش: هي نقش هر هڪ بيماري، تڪليف ۽ نيڪ مقصد ۽ حاجت لاءِ تمام چڱو آهي. پاڪائي سان لکي ، حاجتمند کي پيارجي يا ٻڌجي.

| | | |
|---|---|---|
| ٨ | ١ | ٦ |
| ٣ | ٥ | ٧ |
| ٤ | ٩ | ٢ |

ارڙهون نقش: هي نقش، مٿي جي سُور لاءِ لکي نراڙ تي ٻڌجي ۽ پيو لکي پيارجي تہ الله تعاليٰ رحم ڪندو ۽ شاف ڏيندو

| | | |
|---|---|---|
| ٩ | ٢ | ٧ |
| ٤ | ٦ | ٨ |
| ٥ | ١٠ | ٣ |

ايڪيهون نقش: هي نقش پيٽ جي سُور يا تڪليف واري لاءِ اڪسير آهي. هن نقش کي پير سائين بنگلي ڌڻي بہ لکيو آهي ۽ اسان کي بہ خواب ۾ اهو نقش هتي لکڻ لاءِ حڪم ڪيو آهي.

| | | |
|---|---|---|
| ١٠ | ٣ | ٨ |
| ٥ | ٧ | ٩ |
| ٦ | ١١ | ٤ |

چوويهون نقش : هيٺڙ تپ لاءِ فائيديمند آهي پر لکڻ وارو نہ ڪافر هجي، نہ زاني هجي، نہ چور

| | | |
|---|---|---|
| ١١ | ٤ | ٩ |
| ٦ | ٨ | ١٠ |
| ٧ | ١٢ | ٥ |

شرابي هجي. نه ته فائدو ڪونه ٿيندو ۽ مَس ۽ قلم به حلال جا هجن. اهي
شرط هر هڪ تعويذ لاءِ آهن.

ٺارهون نقش: هي نقش هر روز ايندڙ تپ لاءِ
فائديمند آهي.

| | | |
|---|---|---|
| ١٠ | ٥ | ١٢ |
| ١١ | ٩ | ٧ |
| ٦ | ١٣ | ٨ |

ڇيهون نقش : ڪنهن به شڪل سنڌن واري لاءِ
هي نقش لکي پيارجي ۽ ٻيو تعويذ ڪري، ڳچيءَ ۾
ٻڌجي ۽ ٽيون تعويذ لکي، تيل ۾ وجهي گرم
ڪجي ۽ اڪر تيل ۾ صاف ڪري، پوءِ سُور واري جاءِ
تي مالش ڪجي.

| | | |
|---|---|---|
| ١١ | ٦ | ١٣ |
| ١٢ | ١٠ | ١١ |
| ٧ | ١۴ | ٩ |

ٽيهون نقش: هي نقش باد فرنگ جي مريض ڪي، هڪ نقش ناهي ڳچيءَ
۾ ٻڌجي. ۽ باقي هڪ هڪ نقش روزانو لکي، ڪيس
پيارجي اهو نقش پاڪ ڦٽي مهل لکجي، ۽ مس ۽
ڪاغذ تي آية الڪرسي پڙهي شوڪارڻ گهرجي.

| | | |
|---|---|---|
| ١٢ | ٧ | ١۴ |
| ١٣ | ١٣ | ٩ |
| ٨ | ١٥ | ١٠ |

چئيهون نقش : ويم واري عورت کي چيلهه ۾ ٻڌڻ سان
(انشاء الله) بنا تڪليف جي ٻارڙو ٿيندو. هڪ
تعويذ لکي گرم کير ۾ وجهي، ويم واري وقت پيارڻ
سان به فائدو ٿيندو.

| | | |
|---|---|---|
| ١٣ | ٨ | ١٥ |
| ١۴ | ١٢ | ١٠ |
| ٩ | ١٦ | ١١ |

ارٽيتاليهون نقش: دق تپ واري کي، هڪ
تعويذ لکي ڳچيءَ ۾ ۽ هڪ هڪ تعويذ، ٻنهي
ٻانهن ۾ ٻڌڻ سان، تپ دق ڇڏي ويندو. بزرگن چيو

| | | |
|---|---|---|
| ١۴ | ٩ | ١٦ |
| ١٥ | ١٣ | ١١ |
| ١٠ | ١٧ | ١٢ |

آهي تہ ۾ "دق در جواني و فالج دَر پيري علاجي ندارد" تنهن ڪري دق تپ واري
ڪي چاليهہ ڏينهن اهو نقش روزانو لکي پيارجي ۽ گڏوگڏ تازي هوا وٺي ۽ سير
ڪري تہ سٺو فائدو ٿيندو

بائيتاليهون نقش : هي نقش دل جي ڦرڻ ۽اسهالن لاءِ آهي. گرمي جي ڏينهن ۾ ماکي جي شربت ۾ هي تعويذ وجهي پيارجي ۽ سياري ۾ گرم کير يا گرم پاڻي ۾ ڌوئي پيارڻ فائديمند آهي.

| | | |
|---|---|---|
| ١٥ | ١٠ | ١٧ |
| ١٦ | ١٤ | ١٢ |
| ١١ | ١٨ | ١٣ |

پنجيتاليهون نقش : چڪيءَ واري لاءِ هي نقش مجرب آهي. اهو تعويذ لکي، مريض کي چيلهہ ۾ يا ڳلي ۾ ٻڌجي.

| | | |
|---|---|---|
| ١٦ | ١١ | ١٨ |
| ١٧ | ١٥ | ١٣ |
| ١٢ | ١٩ | ١٤ |

ايڪونجاهون نقش : هيانچي جي مريض کي هي نقش ڪاري مس سان لکي ڪنهن ٿانو ۾ ڌوئي پيارجي. پير سائين ڪوٽ ڏتي بادشاهہ بہ اڪثر هنياچي واري مريض کي اهو لکي ڏيندا هئا.

چوونجاهون نقش :جلندر واري مريض کي هڪ نقش لکي، پيارجي ۽ ٻيو ڳچيءَ ۾ ٻڌجي، جلندر وارو نہ مڇي کائي ۽ نہ روزا رکي، وزنائتو پاڻي پيئي، جو اها وڏي سخت بيماري آهي. شال رب ڪريم ڪري سڀني کي امان ۾ رکي (آمين).

| | | |
|---|---|---|
| ١٩ | ١٤ | ٢١ |
| ٢٠ | ١٨ | ١٦ |
| ١٥ | ٢٢ | ١٧ |

جن آسيب :

هي تعويذ جن واري لاءِ لکي، نرڙ تي ٻڌجي يا ڳچي ۾ ٻڌجي.

نمرود - هامان ± فرعون
± شداد ± شيطان عليهم اللعنة

# آيتون ۽ دعائون

هر قسم جي بيمار کي، سورت اخلاص يعني قل هو الله شريف لکي پيارجي ۽ ٻڌجي ته فائديمند آهي، پريقين کامل هجي.

دعا " گنج العرش " ۾ تمام گهڻا فائدا آهن، هن دُعا کي سچي دل سان پڙهندڙ رزق روزي ۾ برڪت پوندي آهي ۽ دشمن خوار ۽ خراب ٿيندا آهن. جيڪو "دعا العرش" کي پاڻ سان گڏ رکندو اهو هميشه سوڀارو رهندو ۽ شيطان جي مقابلي ۾ فتح مند رهندو جو شيطان اسان جو پڪو ويري آهي.

سورت فاتحه يعني " الحمد شريف" ۾ به هر مرض ، مصيبت ۽ تڪليف لاءِ شفا آهي. باوضو ٿي ، پاڪ جاءِ تي ويهي، ست ڀيرا پڙهڻ بعد مريض تي دم ڪجي يا پاڻيءَ تي شوڪاري، مريض کي پيارجي ته ، انشاءَ الله رب ڪريم شفا عطا ڪندو

الله جي محبوب نبي صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو آهي ته " هر شيءِ جي دل آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورت يٰس آهي" هي يٰس جي روزانو فجر نماز بعد تلاوت ڪرڻ گهرجي. سڪرات واري مريض وٽ سورت يٰس جي تلاوت ڪبي ته سڪرات سَولي ٿيندي، اها سورت مبارڪ مصيبتن ۽ تڪليفن جو حل آهي.

جيڪو ماڻهو روزانو گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت "قُل هو الله شريف" ٻه ڀيرا پڙهي داخل ٿيندو ته ان جي گهر مان سڃائي ۽ بي برڪتي هلي ويندي ۽ ان جو رزق ڪشادو ٿيندو ۽ اهو عمل چاليهه ڏينهن تائين ڪجي ۽ جيڪو شخص ٽي ڀيرا سورت اخلاص ۽ سچائي سان قُل هو الله " شريف پڙهندو ته ان کي قرآن پاڪ جي هڪ ختم شريف جو ثواب ملندو.

"قل اعوذ برب الفلق" ۽ قُل اعوذ برب الناس " جيڪو شخص هميشه تلاوت ڪندو رهندو ته هميشه دشمنن تي فتح لهندو، حاسدن جي حسد ۽ جادوگرن جي جادو کان امن ۾ رهندو.

- ڪنهن به مجلس مان اٿجي ته ان وقت هي تسبيح پڙهن سان ان محفل ۾ ڪائنس جيڪا ڳالهائڻ ۾ خطا ياغلطي ٿي هوندي، سا معاف ٿي ويندي.
- سُبحانک اللهم وبحمد ک واشهد ان لا الہ الا انت ، استغفرک واتوب اليک.
- اي فقيرؤ! هميشه جيڪو وظيفو پڙهجي يا ڏهو يا چاليهو ڪجي ته خاص رب ڪريم جي راضپي لاءِ ڪجي، ناجائز يا غير شرعي ڪمن لاءِ وظيفو پڙهڻ ڪبيرو گناهه آهي.
- هتي چند وظيفا لکون ٿا، جن تي عمل ڪرڻ سان تڪليفون ، مصيبتون بيماريون ۽ پريشانيون حل ٿينديون آهن.
- الله ڪافي محمد شافي، الله الصمد ، سُبحان الله. يا فَتَاحُ، لاٰ الہ الا انت سُبحانک اِني کُنتُ منَ الظالمين ، يا عزيزُ يا حفيظ، يا رَحمٰن يا رحيم، آ ية الڪرسي، صلوٰة تَدِسي ، صلوٰة تنجينا، استغفار.
- پيو ته الله جي ڪلام جون مڙئي آيتون وظيفا آهن. ڪوبه وظيفو اڌوررو نه پڙهجي، بلڪه پابندي سان پڙهڻ گهرجي.

# حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جا بيت

هاڻي شاهه سائين جا ڪجهه چونڊ بيت لکون ٿا، جيڪي اسان کي ياد آهن.

اول الله عليم اعليٰ عالم جو ڌڻي
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهي قدير
والي واحد وحده، رازق رب رحيم
سو ساراهه سچو ڌڻي چئي حمد حڪيم
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون.

...

جوڙي جوڙجهان جي جڏهن جوڙيائين
خاوند خاص خلقي، محمد مُڪائين
"انا مولاڪ وانت محبوبي" ائين اتائين
لکي ڏنائي، ٻئي سَرائون سيد کي
وحده لا شريڪ، له، ائين چوندو آءُ

...

فرض، واجب، سُنتون، ٽنهين ٽرڪ مَ پاءِ
توبهه سندي تسبيح پڙهي سا پچاءِ
نانگا پنهنجي نفس کي، سئين واٽ سهاءِ
ته سندي دوزخ باهه تو او ڏيائي نه اچي

...

سوري چڙهڻ سيج پسڻ، اي ڪم عاشقن
پاهون ڪين پسن، سائون هلن سامهان

...

ڪڻ ينيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر
سُورج شاخون جهڪيون، ڪُوماڻو قمر
تارا، ڪتيون تائب ٿيا، ديکيندي دلبر

جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي ، جمال سين

...

ڪُوڙ ڪماءِ مَ ڪڄ، اَٿي اور الله سين
ڪَڍِ تون دغا دل مان صاحب وٽي سچ
محبت سندو من ۾ ماٺڪ پارج مَچ
ان پر اٿي اڄ تہ سودو ٿيئي سڦرو

...

ساري رات سُبحان جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آسڻ ان جي

...

.جن ياد ڪيو سُبحان، وير وڙهي نہ تن سان
توبہ جي تاثير سين، تري ويا طوفان
ڪامل ڪشتيان، وچ ۾ گڏين واهرو.

...

.ساري رات سُڄاڻ، سودو ڪن سُبحان سين،
پانهپ پري پيڙيون هليا جو پ جوان،
پاٽي پهلوان لخطي منجهہ لنگهي ويا

...

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڌين جي
تنين سندا پوئيان، سيهي لهن نہ سار
ڪُٽين ڪُٽ لوهار ، هاٽي انهين پيٽين .

...

جي ويا پهرئين پُور، آهيان گهوري اُن جي
ساموندڪو سُور، ماءِ! مارينڊ ڪڍهين.

...

سـک تنهنجـي سـپرين، جيئـين تـران تيـئن تـار
تـونهين ئـي رهـين روح ۾، تـونهين اکئـان ٻـار
پـرين تنهنجـي پـار، مـون واجهائينـدي ورهـه ٿيـا.

...

ڏئـي ڏيـنهن ٿيـام، ڳُهـه چاڻـان کهـڙا پـرين
نـيڻ پرجـي نـيهن، پلئيـا پـايون کـري

...

آ ڳميـو آهـي، لڳهـه پـس، لطيـف چئـي
وئـو ميـنهن وڏ ڦـڙو، کـيو دڻ کـاهي
چـن چـڏي، پَـٽ پَئـو، سَـمنر سـانباهي
وِهـو مَر لاهـي، آسـرو الله مـان.

...

اڄ پـڻ اُتـر پـار ڏي، تـاڙي کئـي تنـوار
هـارين هَـر ، سـنباهيا، سَـرها ٿيـا سـنگهار
اڄ پـڻ منهنجـي يـار، وَسـڻ جـا ويـس کيـا.

...

.اڄ پـڻ اُتـر پـار ڏي، ککريـون کـاريون
وسـي ٿـو وڏ ڦـڙو، ٿهکـن ٿيـون ٿـاريون
لٿـين لُـک لطيـف چئـي، ڏايـون تاسـاريون
پچنـديون پٿـاريون، وري وٿـاڻين آئيـون

...

گـام گنـدي گـنج، اَبـر ۾ اهـاءُ ٿيـو
پسـي پـر پـرينءُ جـي ڏور ٿيـاسَ ڏنجهـه
شـال وَسـندو سَـنجهه عاشـق تـي اوهيـرا کـري

...

ڳَکـر منجهـه ڳپـار ، جُهـڙ نيـڻان نـه لهـي
جهـڙا منجهـان سـپرين تهـڙا ميگهـه ملهـار

ڪڻ اکيون ڪل يار، وَڃن سُور سنڌا ڪيو.

...

موتي مانڊاڻ جي، واري ڪيائين وار
وڃون وَسڻ آئيون، چوڏس چوڌار
ڪي آئيون استنبول تي ڪي ميجيان مغرب پار
ڪي چمڪن چين تي،، ڪي لهن سمر قند سار
ڪي رمي ويون رُوم تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌار
ڪي دهلي ڪي دَڪن، ڪي گڙن مٿي گرنار
ڪي جُنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير بڪار
ڪنهن پُڄ پڃائيو، ڪنهن ڍَٽ مٿي ڍار
ڪنهن اچي عُمر ڪوٽ تان وسايا ولهار
سائينم! سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سُڪار
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

بَر وڏو پار گهڻون، ويجهو نه وٽڪار
ليڙن جو لطيف چئي، ڪنيو مُنڌ منڌار
وٽندن تہ وَر ڪندا نات اڳين جو اختيار
ڪاڏي تيو ڪوهيار، ڪاڏي تي هٿ هٿي

...

سَمر جنين نه ساڃ، هوت حمائتي تن جو
ڪري چيچ چپر ۾، پُنهون ايندو پاڃ
ٿيندي روح رهاڃ لحظي منجهہ لطيف چئي

...

ڪندا مون پيرن ۾، توٽي لڪ لڳن
آڳر، آگوني نه مڙي، چپون پير چنن
ويندي ڏانهن پرين، جُتي جات نه پائيان.

...

ڀُڇن سي ڀَسن ، جنهن تنهن پرين، کي
ڏورينديون ڏسن، اگهڻ عجيبن جا.

...

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آديسي آيو
چوڏهين ماهه چند جئن ڪيو سامي سهائو
لٿو اونداهو، جوڳي سندي جوت سان

...

آءُ متاهون مگڻان، چڙهي ۾ چوڏول
توکي گهوٽ گهرائيو، راڄا منجهه رتول
پيجل توسين پول، وهائيءَ ويڻ جي.

...

.وڻيو ويچ وات، ڪَندُ مَ قيرج کينهين
لوٽي قير لپات، متان لڳئي لطيف چئي.

...

سَر سُڪي سال ٿيا، هنجهه هريو ئي پير
ڪنگ ويچارو ڪير، جو رَسي ان رمز کي

...

اڄو پاڻي لُڙ ٿيو، ڪالوڙيو ڪنگن
ايندي لُڄ مَرن ، تنهن سَر مٿي هنجڙا

...

سپ سميون، سپ سومريون، سين ڳچيءَ هار
پسڻ ڪارڻ پرين جي، وڃايائون وار
ڏول تنين جي ڏار، هيڻايون هلن جي.

...

گند جنين جي گوڏ ۾، پابوڙا پوشاڪ
انهن جي اوطاق، راڄو ريجهي آئيو

...

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوَڙيون، مُورنـ موچاريون
وٺـي وينيون واٽ تـي، ڪڪـيءَ جـون ڪـاريون
انهـن جـون آريـون ، سـمي ريءَ پيـو ڪيـر سَهي

...

تـون سـمون آئـون گنـدري، مـون ۾ عيـبن جـوءِ
پسـي راڻـين رُوءِ، متـان مـاگر مَٽيـين.

...

مَ ڪـر ڊول ڊِلـو، نـاتو نمـاڻينءَ سـين
ڪـونهي ڪميٺـيءَ جـو، بگـر تـو بلـو
تنهنجـو نـانءُ نِلـو، ونيـو وينـي آهيـان .

...

مـديني جـا شـاهه، سُـڻ منهنجـا سـڏڙا
ڪـارڻ لـگ الله، سـگهو رسـج سـپرين.

مـديني جـا چـام، سُـڻ منهنجـا سـڏڙا
آهيـان تنهنجـي سـام، سـگهو رسـج سـپرين.

...

مـديني جـا گهـوٽ، سـڻ منهنجـا سـڏڙا
ڪـج محمـد مـوٽ، عاصـي تنهنجـي آسـري

...

مـديني جـا مَاهـ، سُـڻ منهنجـا سـڏڙا
پيـو نـ وسـيلو واهـ، آهيـان تنهنجـي آسـري.

...

مـون تنهنجـو آسـرو، مـون تنهنجـو ڏِڍ
متـان مـون مـان ڪـڍ، پـرين پنهنجـا هٿـڙا

...

ميـران شـاهه مـدد ڪـر، دانهـن سُـڻي دادي
آهـين عبـداللطيف جـو، بادشـاهه بغـدادي

حسني پير هادي، ڪر ڪا ماڙ مُريد تي.

...

ميران، شاه مدد ڪر، اچي اوکي وير
لله لڳ لطيف چئي، پر پازيء ڏي پير
اولاد علي شير، ڪر ڪار ماڙ مُريد تي

...

حُر هلي آيو مانجهي مردانو
آهيان عاشق اڳ جو پتنگ پروانو
مان راضي ٿئي رسول رب جو نبي تو نانو
هي سِر سهَانو گهوٽ مٿيان ئي گهوريان.

...

هڏانهن هُن هاڪارئو، هيڏانهن هي هٽن
سُرنايون ۽ سُنڌڙا، ٻنين پار پرن
گهوٽن ۽ گهوڙن رڻ ۾ لائون لتون

...

هئي هدايت "حُر" کي، ازل ۾ اصلا
چڙهي آيو جنگ تي هلي هن پالا
ايندي چيائين امام کي، گهوريسن ان مٿاءُ
گهوٽ ٻه لڳا گهاءُ، سو پڻ شير شهيد ٿيو.

...

سورهيه! مرين سوپ کي تہ دل جا وهم وسار
هڻ پلا وڙهه پاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍار
مٿان تيغ ترار، مار تہ موچارو ٿئين.

...

بهادر گڏيا بهادرين، ڪڙڪ ڪلول ڪن
وجهن ڏڙ ڏڙن تي، هاڪاريون هٽن
ڪرن، ڪنڌ نچن، رڻ گجيو راڙو ٿيو.

...

جڏهن ڳتليو نمنجهه ڳنڍيرتيڻ مون من ملوڙن سين
سي ماروئڙا ٿر ٿيا ، جي ڳڻ جا ڳهير
تنين ريءَ همير، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

...

سکر سي ئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾
وسايم وڏ ڦڙا ، مٿي مارن مينهن
واجهائي وصال کي، ٿيس تهوارون تيئن
نير منهنجي نينهن اُجاري اڇو کيو.

...

واجهائي وطن کي ساري ڏيان ساهه
بُت منهنجو بند ۾، قيد مَ کريجاهه
پر ڏيهاڻي، پرين ريءَ، ڌار مَ ڌريجاهه
تڏي وسائع ٿر جي، مٿي ءُ مٿي مٿاهه
جي پريون ٿئي پَساهه، ته نجان مڙهه ملير ڏي.

...

واجهائي وطن کي ، آئون جي هت مُياس
گور منهنجي سومرا کج پنهوارن پاس
ڏج ڏاڏاڙين ڏيهه جي،منجهان ولڙين واس
مُيائي جياس جي وڃي مڙهه ملير ڏي

اسان هي بيت وڏي تڪليف ۽ سڪ سان لکيا آهن، توهان مُريدن کي ٻه اوتري سڪ ڪرڻ گهرجي، منهنجي سڪ، تڪليف ۽ ڏک جو اندازو هي بيت پڙهي اوهان پاڻ ڪري سگهو ٿا.

فقط

سيد محمد صبغت الله شاهه

حسيني هاشمي جلالي

(14 نومبر 1930)

# ڪجھ ٻين شاعرن جا بيت

ٻــڌو جـــن جهـــاز کــــي، ڏٺـــي جـــو ڏاڍو
انهـــن جـــو عنايـــت چئـــي، ســـفر ســـياڳو
اڪـــڙين اوجـــاڳو، ورن ڪـــاڻ ســـهاڳڻيون.

منـــد تـــي منـــدل ڪيـــا، ســـو مـــوٽي آيـــو ميـــنهن
لال پـــرين لڪميـــر چئـــي، ســـاريم ســـارو ڏيـــنهن
جـن ســـين لاٿـــم نـــيهن، ســـي پـــرين پيهـــي گهـــر آئـــيا

وس بـــاس وس، تـــو وســـندي ئـــي وس ٿئـــي
اچـــائيون عنايـــت چئـــي، رات ٿينـــدن ڪـــي رس
نـــيڻ ٽمنـــدا پـــس، وس تـــه ورن ســـپرين.

ويـــا چـــين بنگـــال ڏي ، ماڻـــڪ رکـــي مَـــن
آيـــا تـــنهن اوڙاهـــه تـــي، جُســـا جـــت جَلـــن
لهـــرين جـــي لپـــاٽ ســـين، ڪـــاٽ ڪڙڪـــا ڪـــن
قاســـم ڪارونيـــار مـــان، صـــاحب ســـير لنگهائيـــا

پلـــي آئـــين ڪانـــڌ، مـــون نمـــاڻي نجهـــري
هيـــا پُراڻا پانـــد، پـــر تنهنجـــي نيـــنهن نـــوان ڪيـــا.

## هدايتون ۽ تنبيهون

- دنيا آخرت جي پوک آهي، جيڪي دنيا ۾ پوکيندؤ، سوئي آخرت ۾ لڻندؤ.
- اڄ ڪنهن کي نياڻي ڄمي ٿي ته اهو ڏاڍو رنج ۽ ڏکايل نظر ٿو اچي. اهو گناهه آهي، نياڻي الله جي رحمت آهي، جنهن کي الله سائين پيدا ڪيو آهي ته ان کي روزي به رب ڪريم ڏيندو آهي.
- ڪنهن مسلمان جي گذاري وڃڻ جي خبر ٻڌي ، "انا لله وانا اليه راجعون" پڙهڻ گهرجي ۽ ڪنهن ڪافر جو موت ٻڌي. "في النار والسقر" پڙهڻ گهرجي.

## مثنوي

اسان جا ٿاهيل بيت شروع ٿا ڪجن، جيڪي اسان رتنا گري جيل ۾ ٿاهيا آهن

قوي زور سان شينهن جنگي دسي
ڪهي هيڪڙي جلد ٻئي کي رسي

ڪنيو رزق منهنجو اتاهون قضا
قضا جي مجي نيٺ هرڪو رضا

نه هتيار همراهه ٿيندا ڪڏهن
قضا جي اچي قيد ڪندي جڏهن

لُچي کي نه حاصل ٿئي بخت زور
نه سُرمي ڪجل سان ٿئي چشم ڪور

نه ٿيندي گلن ساڻ پُر شاخ بيد
نه شيدي ڌوئڻ ساڻ ٿيندو سفيد

جنهن آب کي ناهه ڪنڌي ڪنار
تنهن ۾ نه تارُون وڃائي چمار

جنهن جو ڪري ٿو خدا روز بند
نه تنهن کي ڪشادو ڪندو هوشمند

جنهن جاءِ پيڙي چڪي ٿي قضا
مجي موچڙن سان مهاڻو رضا

اهو شخص بدبخت اي هوشمند
جنهن کي اسان جي پسند ناهي پَند

دنيا مال تي تون تڪيو ڪيم ڪر
ڪري ٿي وڃي هر ڪنهن کان گذر

نه ظاهر ڪنهن سان ڪجي راز دل
جي ڪندو ته ڏسندو خواري خلل

خدا کي وڻي ڪار نيڪي مدام
بَدي ڪار شيطانگي جو حرام

هجي زال جا نيڪ پرهيزگار
خدايا وڏي ڪر تنهن جي جمار

لئي ڪر ادا زال سهڻي حسين
خلل جنگ سان جا تپائي زمين

نون ڪر زال پنهنجي پرهيز ۾
نہ تان ڏينس تلوار جي تيز ۾

نہ ڏي زال کي پانهنجي اختيار
ڪندي زال نيٺ بہ تو کي خوار

جي تو ڪان نہ ٿي زال پنهنجي بجاءِ
تہ مڙسي سندو ڪين نالو سڏاءِ

تڙي جي اڏامي مٿي آسمان
تہ پڻ نيئن تنهن ۾ ٻڌي جو گمان

هجي خوش طبع آدمي جيڪڏهن
چوندا تہ پرهيز ناهي جڏهن

ڇنيندا دنيا دار جا دَست پير
چون هي پنڻ ڪاڻ پينو فقير

ڪري شخص جو ڪار ڪاريگري
چوندا حريصي نہ آ صابري

ڇڏي جو ويهي ڪو هٿان ڪار يار
چوندا تہ آهي اهو ڪنهن نہ ڪار

جي گفتو ڪري تان دُهل ٿا چون
ڪري ماٺ جي ٿا موالي چون

جنهين کي مثل مرد مردانگي
تنهين جو چوڻ حال ديوانگي

دنيا دار جي ڪاج سادو ڪري
چوندا ڪسيري مٿي ٿو مري

زبان ڪن تکي تيز طعني دراز
سچي کي چوندا رکي ٿو رواز

ڪندو جيڪڏهن ڪو دنيا ۾ سفر
چوندا تہ آهي اهو در بدر

سلامت رهي ڪو نہ گوشو وٺي
گِلا خلق جي ٿي پيغمبر سَنئي

جنهن جاءِ تي نانگ کي مارجي
اتي بي فڪر ٿي نہ غم ٺارجي

جڳائي مانارو ڪکرن جو مَچور
چڙ ساڻ ڪندي سنلئي جان لغور

طبع خشڪ تَر ٿي يا گرم سرد
ٿئي ٿو انهن ساڻ بيمار مرد

خدا پاڪ تو کي ڪيو مسلمان
ڪفر ڏي ڏسي ڪر شڪر اي جوان

جو ظاهر رکي سُونهن سينگار زيب
اندر ۾ هزارين دَغائون فريب

نہ ڪر دانهن اڻ هوند جي اي جوان
ڏسين جي اگهاڙا ٻکيا ڪنهن مڪان

دنيا دار جو ديکڙي ۾ خيال
غريبن جا بکن ۾ بچا پائمال

ضعيفن مٿي ڪرم ڪراي جوان
ضعيفي ڪجان پانهنجي جو ڏيان

اڪيون سونهن سهڻي ڪي ٿيون ڏسن
ٻئي گوش تا گفتگو ڪي سڻن

خدا جي شڪر واسطي تئي زبان
تنهن سان ڳِلا ڪيم ڪراي جوان

شڪر ڪن خدا جو سدا هوشمند
مدامي رکن مهرباني پسند

ڪجي بندگي هڪ خدا پاڪ جي
رکي خاص تعظيم جنهن خاڪ جي

مُريدا! خدا جو شڪر روز ڪر
جنهن پاڪ توکي ڪيو معتبر

جُسي جان تي جيئن جُدا وار وار
ڪيا بخش جي پاڪ پروردگار

نہ ڪر خلق جي ڪا گلا عيب تون
. دنيا ۾ ڏسجان سندا عيب تون

مريدؤ! رکو پانهنجو سينو صاف.
اوهان کي ڪري من خدا ڏوهہ معاف

نہ ٿيندو شڪر هيڪڙي جو بجا
ڪندو آدمي جا شڪراي خدا

ڪنهن کي ڪنجي دوست تقدير جي
ڪندو آهي بندوبست تدبير جي

ڪڏين ٿو دنيا ڪاڻ تون روز رنج
عُمر جا رکج ياد تون روز پنج

ذڪر ڪر خدا پاڪ جو روز شب
ٻڌي، دست ، گوڏا پڇي با ادب

فقير اندر آ اسان جي جمار
تون پنهنجي حياتي خدا سان گذار

اسين هيڪڙي رات ۾ ڪي جوان
اچي ڪلہ ٿياسون مٿي ڪنهن مڪان

ڏسين جيڪڏهن تون پڇن جا سوار
پيادي هلڻ ۾ هيٺئون ڪيم هار

هجي خوش اهو آدمي نيڪ بخت
اچي قافلي کان ڪري بندوبست

زياده عمر جي ڇڏي مون اميد
ڏٺا مون جڏهن وار پنهنجا سفيد

جو افسوس ۾ يار سارو جهان
خدا ڏي نہ وارين هڪڙو ڏيان

ڦتو ڪر فڪر هن دنيا جو ادا
نہ هوندي دو رنگي ڪا تو سان سدا

ويندو هي جسو خاڪ ۾ خاڪ ٿي
جڳائي وڃڻ خاڪ ۾ پاڪ ٿي

ون آهين مٿي نفس احمق سوار — وڃي جلد تو کي ڪندو سنگسار

ندايا نفس جو گندو ڪار ڪم — تنهين کان رکين ڪو اسان جو ڀرم

سان ڀر گنديون ڳالهيون بي شمار — ڪرم سان ڪرين بخش پروردگار

تهن کان پڇي دوست ٿيندو جدا — جو محبت رکي ساڻ دشمن ادا

ـ ڏوهن سندو بار کڻ اي جوان — ڳرو بار عاجز ڪري پهلوان

پنيان مرشدن جي جڳائي هلڻ — گندي کان پري پاڻ پنهنجو پلڻ

نبي پاڪ تنهنجي شفاعت ڪندو — وٺين جي چيو تون مرشد سندو

سوا مرد سونهين سونهان منجهن — توڙي عقل ڀر نام وارا هجن

ونج دست تون يار مرشد سندو — نہ تو کي وٺي ڪنهن وسين ڀر ڪندو

پشيمان ٿي گهر خدا کان سوال — اتي ڪانہ ٿيندي چوڻ جي مجال

.گندي آدمي کي پلارو ڪري — گدا جي مٿي تاج شاهي ڌري

ڪيان پنهنجي حال کي چا ضعيف — تڪيو تو رکان زور وارو حريف

نہ همراهہ ٿيندو خدا جيڪڏهن — نہ سونهون بہ منزل نہ رسندو ڪڏهن

اسان جو بدل حال تدبير سان — خدا پاڪ جو قول تقدير سان

خلل جو اتاري پلي سو مري — وڃون چو تڙو ڪيس ڪيڏا ڪري

ڪئي جن خوشي عيش بي حد گهٽي — مري ويا رهيو نيٺ نالو ڏٺي

اسان جو چئون تا سچو سو ڪلام — محبتن کي ملندو خدائي انعام

مُريدن کي مولا تون مون سان ملاءِ — علون کي ڏيکار دوزخ جي باهہ

موتر محافا هاٿين تي سوار — اڳيان مير محمد پنيان چار يار

ٿيا بيت هي باغ بنجي بهار — پڙهندا انهن کي لکين ۽ هزار

مٿيان بيت سڀ اسان جا ناهيل آهن. انهن کي ياد ڪرڻ گهرجي، جو اها اسان جي آخري نشاني آهي ۽ سچن جي سچائي جو اظهار آهي.

## سيد محمد صبغت الله شاهه حسيني هاشمي جلالي

## مثنوي

پيا رنج ۾ ملڪ جا نيڪ بخت
چون يا خدا هي رُليا تاج تخت

مديني جا مرسل آهيان تو ويا
اچي مون کي بخشاءِ ڪچا جي ٿيا

خدايا انسانن کي فهماش ڏي
ته ظالم هميشه ظلم کي ڇڏي

هجي آدمي جو خدا کان پري
نه داناءِ تنهن سان ڪو گفتو ڪري

نه ڪم ذات کي علم سيکارجي
گلر ۾ نه ٻج ٻاجهري هارجي

سڱي جو ٿئي سخت اهڙو مدام
جو استاد سان ٿو هٽي هوڏ هام

جنهن جي ته عادت هجي رنگ رنگ
تنهن جي هجي دل قوي زور سنگ

تون ڪر بادشاهي عدل سان ادا
ته تنهنجو نگهبان ٿيندو خدا

مُڪائين تو کي خلق جي خير لاءِ
نه ڇڏيائين تو کي ظلم زور لاءِ

حوس آرزو سڏ ساڙي ڇڏيو
عدو کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو

جو رايو وٺي شاهه سڪندر سندو
بنهي عالمن ۾ سو راحت ڪندو

جي دلشاد روشن هجين تون ادا
قدر ڪجئين تون سندو لڳ خدا

حياتي هجن مثل مٽي راهه صواب
خدا هي قبول يدُعا مستجاب

حاصل ٿئي سوپ تدبير سان
نه دشمن وٺي ملڪ توب تير سان

ڪجي دير سان ٿو ته دشمن دلير
ڪجي دوستي ساڻ شينهن ڪيزير

ٻڌي ٿو جڏهن جنگ تي ڪو ڪمر
رعيت لتاڙي اجائي اپر

جو رستم ڪري ساڻ تدبير بند
مَ ڪر جنگ تنهن سان ادا تون هلي

هجي زور ۾ جيڪڏهن دشمني قوي — مَ ڪر جنگ تنهن سان ادا تون هلي
هجين شينهن ۽ مَست هاٿي جوان — رکج خلق ڏي نيٺ پنهنجو ڌيان
گهُري جو وٽان تو امن جي پناهه — تنهن جي مَڪر تي رکج تون نگاهه
ڪڏهين جي هلين پنڌ ۾ رات جو — رکج خوف دشمن بد ذات جو
ڪجي امر حق جو جي طاقت هجي — جو قيدي اندر قيد خاني هجي
ڪري جيڪڏهن بادشاهه ظلم زور — وڃي خاڪ ٿيندو آخر لغور
نہ ڪر خوف ڪو تير تلوار جو — رکج مرد دانا ۽ هوشيار جو
ڏنو جنهن نہ ڪڏ جنگ جي تاب ڪي — سٽڻ ۾ وهائي سو پيشاب ڪي
جو هيڪر خيانت سپاهي ڪري — تنهن کي وري نوڪري ڪي مَ ڏي
ڳجهو ڪو تنهن تي نگهبان ڌر — تنهن جي قسم تي نہ ويساهه ڪر
اٿو صبغت الله شاهه جا سخن — جي هلندؤ انهن تي تہ لهندؤ امن
جڳائي اميدون خدا ۾ ڌرڻ — عقل پنهنجي تي نہ تڪيو ڪرڻ
اها وات آهي رضا پير جي — جو راضي ٿئي دل نري مير جي
جبل تي وسن مينهن توڙي هزار — نہ پاڻي متي ان ڪندا ڪي قرار
جيڪا دوستي نفس جي غرض جي — اها پيڻ آهي وڏي مرض جي
پنهنجي پير سان دوستي آ صفا — بيون دوستيون ٿين ٿيون بي وفا
ڏسي ڪوہ ٿو مست هاٿي جڏهن — مٿو پنهنجو ٿو نمائي تڏهن
سڪي ڪاٺ ڪي تا ڪهاڙو هڻن وڍڻ — نہ ميوات ڪنهن ڪي وٽن
جو تو سان رکي جنگ اي نيڪ ڪار — تنهن کي نہ ڏي پنهنجا اختيار
جي مظلوم تي منشي ڪيو — وڍڻ هٿ تنهنجو سعادت ٿيو
فقيرن چڏي بادشاهي پري — صبر سان اميدون الله ۾ ڌري
گهري ساهه کي تان ڪڍي ساهه ڏي — اڳيان پير پنهنجي سري ڏي چڏي

توهان ئي تہ ايمان پختو رکو — وقت اهي هر دم هنجو سکو
بدک کي کنلو کونہ درياء غرق — سمنڊ کي کري کونہ آتش فرق
گندي آدمي تي نہ ٿي رحم دل — ڪُتو ڪين ٿيندو ٻلي جو مثل
ڪڏهن مسجدن ۾ رهن ديندار — ڪڏهن جهنگلن ۾ ڪرن ٿا شڪار
شمع چار رکندي پتنگ جو قياس — رکي جو اچي ٿو پچڻ جي پياس
اگهائج عرض مون سندا تون الله — آهي التجا اي سيد صبغت الله
ڪوزي اندر هي وڏو سين دريا — هدايت ڪري پڙهندڙ کي خدا
تنبيہ الفقير" ٿيو ٻڌجي بهار — پڙهندا تنهن کي مريد هزار

## چند بيت

سڪر بکر جيل ۾ ڪيان سون سئو مُريد
گذاري سون اندر خوب حج جي عيد
ٿيندا مريد شهيد، جيڪي سچا هوندا سيد سان

...

تهان پوءِ ڪراچي جيل ۾، رهياسون پندرهن ڏينهن
قيدي نہ هيا جيل جا، هيا سيئي شينهن
محبت سندا مينهن وسايا سي جهاز ۾

...

ٻہ راتيون هڪ ڏينهن گهمياسون سمنڊ
ڪاڏو ٿي وچ ۾، تنهن صوبيدار ڪمند
پيچي منڪر جو ڪنڌ، تہ ميلو ٿئي محبوب سان

...

هڪ رات ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪيوسون سڪوت
کي چون تہ ويندا بنگال ڏي ڪي چون تہ ويندا بيروت

تہ بہ کانگل اٿئون ڦوت، پيغام پرين جي پار جا.

چوٿين ڏينهن مجوسي، هليا مون ساڻ
سمنڊ ۾ سيد چئي، ڪيئي سون روح رهاڻ
الله اوڏو آڻ، بندر بغداد جو

...

رتناگري ۾ راض، پنجين ڏينهن ٿيو
دلاسو دوست جو، دشمن تنهنجو مُئو
ڳنن ساڻ سُئو، مون ڪلام قادر جو

هي پويان بيت اسان جا واتڻ جي وقت ٺاهيل آهن ، هت فقط ايترو بيان لکيوسين.

## مثنوي

عجم جا پڌا هوندئي خير خواهہ
فريدون ضحاڪ جمشيد شاهہ
ٿيا سي گرهہ هيڪڙو خاڪ جو
رهيو هڪڙو نالو خدا پاڪ جو
پنهنجي لاءِ تون پيو هميشہ ڪماءِ
جُسو پنهنجو موت کان نا لڪاءِ
دنيا جي ڳنذر تي تڪيو ڪير ڪر
ڪجان پنهنجو ڪو سنباهو سفر
ڇڏيو جيڪڏهن گهڻو مال گنج
تهانپوءِ ٿيندا ڪيئي رُوح رنج
رهيو هت تنهنجو سَدا نيڪ نام

بٽيو تو رهي هر ڪنهن جو غلام
غمي اهل، اولاد جي آ خطا
خدا تو ڪري رزق هر ڪنهن عطا
لئي ڏي دنيا اي خدا جا بندا
پنيان تو پيا بادشاهي ڪندا
وني ڪندِ ويهو قناعت ڪري
خدا ڪانسواءِ طمع پئي ڪان پري
ويا سي اسين سندَ مئون لڏي
مسافر ٿيم ديس پنهنجو ڇڏي
جي ڪوليون سيئي پاڻ ۾ ٿيون مڙن
سُتو شينهن جنگي اُٿاري ڪڍن
جنهن کي هوندي نيڪ بختي تمام
پسند ڪندو سو اسان جو ڪلام
نه هر گز ظلم ساڻ شاهي رهي
ظلم ڪيترا ٿي رعيت سَهي
ڪري جيڪڏهن بادشاهه ظلم زور
ڇڏي پاڻ ويندو ملڪ سو لغور
ظلم جو رکي بادشاهه بي شمار
بگهڙ جي مثل سو نه ٿيندو ڏنار
سچو يار جو عيب منهن تي چوي
اهو يار بيشڪ حُرن جو ٿئي
ڏسڻ سان ٿئي خلق عاشق شتاب
رتا دست ميندي، جُسو جيئن گلاب
فقيرؤ! جنهن مرض ايريو ڏجي

تنهن مرض تي كيئن ماکي ڏجي
بدج هي نصيحت خدا جا بندا
كجئين ياد هي قول مرشد سندا
مريدن مٿان جو چڪن شاهه هو
سندس صبغت الله شاهه نام هو

## مل محمود جا بيت حُرن بابت

هاڻي اسان پنهنجي اڳين بهادر حُرن ۽ بارنهن بهروئين بابت محمود پليءَ جا ڪجهه بيت لکئون ٿا، جنهن حُرن جي سورهيائي کي ساراهيو آهي :

انگريزن جي صاحبي کي، چوڏهين صدي سير
کي پر ڏر پيدا اٿيا، بانڪا جي نذير
پارهن چٽا وينا ها، مکي پاسي مير
بچو تن جو بادشاهه، پيرو هوس وزير
كري ڏاکي سان دلگير، جن ڏيهه ڏکائي ڇڏيا.

ڏيهه ڏکائي ڏياسان، کيئون زير زبر
اک نه هين انگريز تي، پيو کنهن نه متي کلتر
ماري سئو سپاهين جا، ٿي لوڙهيائون لشکر
ڏسي هيبت حُرن جي، گهٽن ڇڏيا گهر،
پوءِ اٿي ويا افسر، ٿاڻن پئي ٺڪون جهليون

ٿاڻن تي ٺكون جهليون سي اٿي ويا عملدار
قاضين قضائون ڇڏيون، نكري ٿيا نروار،

پڇـي چڙهيـا پيـڙ تــي، كــامُورا كوٽــار
نــ رهيــو نــالي كــي كــو چوٽيــارين چوٽــار
سنجهي رسيا سانگهڙ كي، هو مكي جا مختيار
ايڏا جن اختيار، تـن كي سورهيہ ڇو نہ سڏيان.

مـانجهي مـرد مكيءَ جا، جـو غـازي كـين گُسـن
كـاري رات انـداريءَ ۾، چـوڏهين جيـئن ڏسـن
جـت تكيـائون تـت هنيـائون تِـر نـہ گُسـي تـن
انهــن كـــي انصــاف جـــا، مجــرا تــا ملــن
ڳـالهيون ٿيـون ڳـٺجن، مڙسـن جـون مَـل ڇئـي.

ڏسـيو مٽيــان مــردن جــي ، ايــڏا جــن ايمــان
ٻــارهن ســر ســڄي ڏيهــہ كــي، ســامهان ٿيـا سـلطان
ٻـورين سـوڌا ٻيڙجـي ويـا اهـي جنـد ڳـاري جـوان
تـہ ٻـہ اكـر هكـڙي انگريـز جي ، كـاڻ كـديائون كـان
ٻـانكن بهـادريءَ سـين، ڇـڏيو تـوري اُپ آسـمان
آخـر خـاك مكـان، هتـان هـر كـو وينـدو هليـو.

هتــان هركــو هليــو وينــدو، پنهنجــو وارو وڄــائي
هيكــر دانهــن دهلـي سـميت، ڇـڏيائون نـالو كـدائي
ميـڙي بهـرم ٻـري جي تـي، آيـا كٽـك سـاڻ كـاهي
بنــدوق جــوالا ســنگهہ كـــي، پٽيــائون ٻــولائي
مــوڏي گلــي مــوچيءَ جــي ، اهــا كٺئــي آهــي
ڏهلـــي ڇـــڏيئون ڏر تـــي، كتـــو كيرائـــي

ڏيئـــي پڙهـــو ســـي ويـــا، ســـپني سُـــٺائي
ڏچـي ان جـي ڏائـي ٿـي گهـٽڻ رضائون گهريـون

ٻـارهن چـٽـا ٻهروپيـا، ســورهيہ هئــا ٻـ ســتر
لنـــڊن ســـوڊا لکجـــي ويـــا، زور پريـــا زبـــر
راٺـــيءَ ڏاڍو روچ کيـــو، سُـــٺي خـــوب خبـــر
وٺيـــو ســـنڌ ســـاري تـــا، هـــاٺي وجـــن حُـــر
کـــري کونســـلون پـــاڻ ٻر پيـــا منجهـــ پَچـــر
دلـــيءَ ديباچـــا ويـــا، کلکتـــي، کـــا گُـــر
پـــونيءَ دانهـــن وجـــي پُڳـــي، اٿـــي امبـــرا ســـر
لکنـؤ ۽ لاهـور کـان چڙهيا، گڏ گـام کـان گـورنر
" اســـٽيل" بيهـــي رهيـــو ، پنهنجـــا ويڙهـــائي وَر
ليـــوکس اچـــي لـــوک جـــا، کـــاٺي کانيـــا گهـــر
بـــي قـــانون کيتـــرا، تـــنهن هلايـــا هُنـــر
تـــ بـــ آيـــا کـــين کُپـــر، انگريـــزن جـــي اُمـــر ۾

ٻـــارهن چـــٽـــا ٻهروپيـــا، ســـورهيہ هئـــا سُـــڄان
ڏســـي هيبـــت حُـــرن جـــي ڏڙکـــو ۽ دهمـــان
پُـــوري پـــو نـــ جهليـــو، پيـــو هـــائو هندوســـتان
کـــاپون اچـــي کنيـــون ٽيـــون، ميـــڙا منجهـ ميـــدان
پـــر جهلـــي کـــو ايمـــان ، مُـــور نـــ لـــڙي مکـــيءَ ڏي

هتي هي بيت جيڪي منصورت تي نهيل آهن، ختم ٿيا. ڏسو ڪيئن نہ مرشد جي حڪم تي سر ڏنائون. اهي مانجهي مون کي رتناگري جيل ۾ بہ ياد آهن ۽ ڏينهن قيامت تائين ياد رهندا.

## پهاڪا

هن ڪتاب ۾ پهاڪا لکڻ بہ ضروري سمجهون ٿا، ڇوجو نصيحتن سان ڪجهہ زماني جو يگانو ٿيڻ بہ اسان لاءِ ضروري آهي.

- آسمان ۾ جو ٿُڪ اڇلائي سو مُنهن پنهنجي ۾ پائي.
- اُٺ پريو بہ ڪُرڪي ، سڪٺو بہ ڪُرڪي .
- اڏيندي ڏينهن لڳن. ڊاهيندي ويرم نہ لڳي.
- آزمايل کي جو آزمائي ، ڌوڙ منهن ۾ پائي
- استاد جي مار، ٻار لاءِ سنوار.
- انڌن بہ وڃي ملتان لڌو
- انڌو هاٿي، لشڪر جو زيان
- اتو ڇٽي گهوٻاٽو
- انسان خطا جو گهر آهي.
- ان جو منهن جنڊ ڏي.
- اڻ گهرئي پُٽ کي ماءُ بہ نہ ڌارائي.
- انڌو ۽ اڻ سونهون، ٻئي هڪ آچار.
- اهو سون ئي گهوريو جو ڪَن ڇني.
- اهو ڪم ڪجي جو لالَ بہ ليي ۽ پريت بہ رهجي اچي.
- اهو وڻ ئي ناهي، جنهن کي واءُ نہ لوڏيو هجي.
- آهہ غريبان ، قهر خدائي.
- آئي ڌاڙو ڪٽڻ، ٻڌجي ٻورچياڻي ويلي.
- آهي تہ بہ ڏک، ناهي تہ بہ ڏُک.

- اندر ڪاري ڪان ٻهر ڪارو چڱو
- ٻڪ ۾ بصر ٻه مٺا آهن
- ٻيلي جو سڀ ڪو يار ڪري جو ڪويه ڪونهي
- ٻه گدرا مٺ ۾ نه ماپندا آهن
- ٻه شينهن هڪ ٻيلي ۾ نه لهندا آهن
- ٻڏي جو لوهه به چڱو
- ٻري تيل ڪامي وٽ، واهه ڙي ڏيئا واهه
- ٻليءَ شينهن پڙهايا، ڦري ٻلي نون ڪاڻ آيا
- ٻلي کي خواب ۾ ڇيڇڙا
- ٻتين کي به ڪن آهن
- ٻڪو شيشو ڪڏهن به سجو نه ٿئي
- تاڙي هڪ هٿ سان نه وڄندي آهي
- ترار جو ڦٽيل ڇُٽي ويندو زبان جو ڦٽيل نه ڇٽندو
- ترجي ڪُٺي، سٺو چوٽون ڪاٺي
- تڪڙ ڪم شيطان جو آهي
- ٺڏو گهڙو پاڻ کي ڇانو ۾ رکائي
- ٺتوءَ کي ٺارو تازيءَ کي اشارو
- ٺڪر ونجي ته ٺوڪي ونجي
- پنجئي آڱريون برابر نه آهن
- پاڻي ۾ به باهه کي ٺورو ڪري نه ڇانئجي
- پرائين ڍهلين احمق نچي
- پرائي ٻلاءِ ڪان پنهنجو پٽ به ڀلو
- پڙهي هر ڪو، پر ڪڙهي ڪو
- پنهنجي ڪئي جو علاج ڪونهي

- پنهنجي گهر ۾ ٻلي به شينهن آهي.
- پنهنجي ککين ڪوئي نه لکي.
- پيٽ ۾ ٻڪ، اُره ۾ آڪڙ، اها نسوري نالائقي آهي.
- جتي ٻاهه ٻري اتي سيڪ اچي.
- جتي ماکي، اتي مکا
- جتي گنج، اتي رنج
- جنهن اپرندي تاءُ نه ڪيو سو لهندي ڇا ڪندو
- .جو اڳي سو تکي.
- جڏهن تڏهن سنڌڙي توکي ڦندڙئون جوکو
- جيڪو پوکيندو سو لڻندو
- جيئرو لک جو، جي مئو ته ڪک جو
- جنهن نه ڪڇيو، تنهن گهڻو ڪڇيو
- جهڙِي سَٽ، تهڙيون ئي ويهون.
- جهڙا ڪانو، تهڙا ٻچا.
- جهڙا گڏه، تهڙا آنڙ.
- جهڙو ديس، تهڙو ويس.
- جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي.
- جي ڄڻين سي نپائين.
- جيترا وات، اوتريون ڳالهيون.
- جيڏا اُٺ تيڏا لوڏا.
- ڄَٽ ۽ ڦَٽ ٻڌو چڱو آهي.
- ڄٽ ملوڪ نه ٻه گلر جو زبان
- ڄَڪر ڪي ڀڄي لتر
- جيڪو ڪُني ۾ هوندو سوئي پاٽ ۾ هوندو

- جيءُ خوش تہ جهان خوش
- جتي وڻ نہ آهي، اتي ڪانڊيرو بہ وڻ آهي
- چري پونديءِ ۾ خوش.
- چرين پوري مٽي جا سُور.
- خون ۽ ڪتوري، ڳجها ڪونہ رهن.
- دل سوڙهي نہ هجي تہ جاءِ سوڙهي ڪانہ ڇٽبي
- دل (نيت) ڪوٽي عذر گهڻا.
- دير پيا درست ٿيا.
- ڏڻ ڏيءِ سچو ڏنار
- ڏاچي هٿي ڏهہ، تو ڏي هٿي تيرهن.
- ڏاڍي جي لٺ ڪي بہ مٿا.
- ڏجڻي تنهنجي ڏاءِ جنهن جي وائي ۾ ور گهڻا.
- رب ٿئي راضي، تہ ڏوڙ بہ ڏن ٿئي
- رڏي پڪي يا نصيب.
- رڏن اڳيان رباب، وڄائيندي ورهيہ ٿيا.
- سيڪا ٻڪري پنهنجي پائي تنگي.
- سچ ڪڏهن تري هيٺيان نہ لڪندو آهي
- سائي ڪي سَهي ڪونہ، ٻکئي ڪي ڏيٺي ڪونہ
- سِر ڏجي پر سَر نہ ڏجي
- سڳا سي ٿي ڇٽجن جن جا پڪا اوڏڙا.
- سئو ڏڪ سوناري جا، هڪ ڏڪ لوهار جو
- سچ تہ بيٺو نچ
- سچ جي ٻيڙي لُڏي، پر ڪڏهن بہ نہ ٻڏي.
- سُڪن سان گڏ، ساوا بہ سڙيو وڃن.

- سوڙ آهن پيرِ ڊگهارڻ.
- سياري جي سوڙ. هر ڪو پاڻ ڏي سوري.
- شاهوڪار جو سالو سڀ ڪو سڏائي غريب جو پيٽويو ڪو نه سڏائي.
- عقل ريءَ عذاب گهڻا پسندي جندڙي.
- ڦڙي ڦڙي تلاءُ آهي.
- قلندرن پويان ڪيئي ڪُتا پيا ڀونڪندا.
- ڪاتي ڪري گدري تي ته به گدرو مُئو جي گدرو ڪري ڪاتي تي ته به گدرو مُئو
- ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي تندو الهيار.
- ڪاڏي ڪربلا ڪاڏي پيچرو.
- ڪک جو به چور لک جو به چور.
- ڪم پئي تي ڪَلُ پئي.
- کوهن جا وات بند ٿي وڃن ٿا ، ماڻهن جا وات نٿا بند ٿين.
- کِني آگرودي چگي.
- لٽ به ڏيکارجي، چٽ به ڏيکارجي.
- ماءُ جي پيتان ڪو به سکي ناهي ايندو
- مرض اچي گهوڙي وانگر، وڃي جونءِ وانگر.
- مڙس ٺجي، يا مڙس جي پاڙي ۾ رهجي.
- منهن جي ڪونرڙي ، ڳتا پتائي.
- ننهن سان ڇڇي ته ڪاتي ڪم نه آڻجي.
- وڙهن ساڻ لتاڙجن ڀوڙا.
- هڪ اڻ هوند پيا انعال بڇڙا.
- يار اهو جو اوکي ويل ڪم اچي.

اي فقيرو!

منڍ کان وٺي هيستائين جو ڪجهه لکيل آهي سو اسان رتنا گري جيل ۾
ڪيو آهي، مدناپور سينٽرل جيل بنگال ۾ ڪجهه به نه لکيو اٿئون. اسان جيل ۾
ڪتاب ناهڻ بند ڪيو آهي، جو سرڪار اوهان کي اسان جا ڪتاب نٿي ڏيڻ چاهي
باني آهي ته وڏيڪ ڪتاب ٻاهر اچي لکنداسون.

## ڪافي

منهنجــو راڻــو آيـــو رات، ٿـــي جيــڏيون دلجــاءِ
رَس تــون ميـــر محمـــد تــوکي ڏاتـــر ڏنــڙي ڏات
انئـي پهـــر انـــدر ۾ طلـــب تنهنجـــي آ تـــات
سڄي رات مــون نهــاريو آئــين پرهــه ڦٽـي پريـات
صبغت الله آ صدقو تــو تان تــوڻي ڪسي وجي ڪات
منهنجــو راڻــو آيـــو رات، ٿـــي جيــڏيون دلجــاءِ

## فارسي چوندبيت

ڪُجا شد سرو يا رب ڪه دربستان نمي بينم
شدم مشتاق چون بلبل گل و ريحان نمي بينم

(اي منهنجا مالڪ! سَرو ڪاڏي ويو جو باغيچي ۾ نٿو ڏسان. بلبل وانگر بي حال ٿيو
آهيان جو گل ۽ گلزار نٿو ڏسان)

اين چه شور ست ڪه در دور قمر مي بينم
همه آفاق پراز فتنه و شرمي بينم

(هي ڪهڙو شور ۽ لُڙ چنڊ جي دور ۾ ٿو ڏسان. جو سڄو ملڪ فتنن ۽ شرارتن سان
ڀريل ويل ٿو ڏسان.

ابلهان را همه شربت ز گلاب ست عسل
قوت دانا همه از خُون جگر مي بينم

(نالائق، جاهلن ۽ بيوقوفن کي ماکي ۽ گلاب جي شربتن سان نوازيو پيو وڃي. پر دانائن ۽ ديندارن ماڻهن کي جگر جو خون پئيندي پيو ڏسان)

هر کسي از ظن خود شد يار مَن

از درون من نجست اسرارِ من

(سڀکو شخص رڳو ظاهري اٽڪل ۽ پنهنجي گُمان سبب منهنجو ساٿي بڻيو آهي. پر منهنجي اندر جي رازن جي ڪنهن به ڳولا ڪا نه ڪئي.)

نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حور و نہ پَري

اين همہ بر تو حجاب ست تو چيزي ديگري

(اي محبوب! نہ توکي بشر چئي سگهان ٿو ۽ نہ حُور پري، اهي سڀئي توتي پردا آهن. تون انهن ڪا اور شيءِ آهين)

تاتواني راز دل با يارجاني هم مگو

يار را ياري بود از يار يار انديشہ ڪن

(جيترو ٿي سگهي، دل جو راز پنهنجي سچي دوست کي بہ نہ ٻڌاءِ، چو تہ ان جو وري ڪو بيو دوست هوندو، ان ڪري پنهنجي دوست جي دوست جو ڊپ رک).

شنيدم کہ مردان راهِ خدا

دل دشمنان هم نہ کردند تنگ

ترا کي ميسر شود اين مقام

کہ با دوستانت خلافست و جنگ

(ٻڌو اٿم الله وارا، دشمنن جي دل بہ نہ ڏکوئيندا آهن ,توکي اهو مرتبو ڪٿان ملندو؟ جو تون دشمن سان تہ پري ، پر سڄڻن سان ئي جنگ جو ٽيو ويٺو آهين).

تر ازدها گر بود يار غار

ازان بہ کہ جاهل بود غمگسار

(جاهل کي حال پائي بنائڻ کان پلو آهي ته کنهن نانگ ( يعني پڌري دشمن ) سان
وڃي دوستي رک.)

آتش عشق از نسوزد نيستان وهم غير
در زمين دل نرويد سبزه گلزار يار

(عشق جي باهه سان غير جي وهم وارا ڪک پن ساڙي صاف نه ڪيا، ته پوءِ دل واري
زمين ۾ دوست جي باغ واري ساوڪ ڪٿان ڦٽندي).

بجرم عشق تو مارا اگر ڪشند چه باک
هزار بار شکر که شهيد عشق توايم

(جيڪڏهن تنهنجي محبت جي ڏوهه ۾ مون کي قتل ڪن ته ڪو خوف ناهي. هزار ڀيرا
شڪرانا جو تنهنجي عشق ۾ شهيد ٿيا آهيون).

کافر گرسنه در خانه خالي پر خوان
عقل باور نکند کز رمضان انديشد

(بکيو ڪافر خالي گهر ۾ طعام سان ڀريل خونچي کي، رمضان جو خيال ڪندي
ويجهو نه وڃي؟ اهو عقل نٿو مڃي).

کيميا در نگاه کاملان حق داشته
ديدن ايشيان جلوه اکسير اکبر مي کند

(مالڪ سائين ڪيميا کي ڪاملن جي نگاهه ۾ رکيو آهي، جن جي نظر پارس کان به
وڌيڪ اثر ڪندڙ آهي).

ابر جوديم بر نشيب و فراز
به دادهم مان بما نگردد باز

(اسان سخا جا ڪڪر آهيون. اسان جو هڪ ڀيرو ڏنل، ڀيهر نه موٽندو آهي.)

در بهاران کي شود سر سبز سنگ

خاڪ شو تا گل بروید رنگ برنگ

(بهارن جي مُند ۾ ، پٿر تي ساوڪ نہ ڇمندي آهي، مٽي ٿي ڏيکار تہ تنهنجي مٿان رنگا رنگي گُلڙا ڦُٽي پون.)چيو

راهِ طب منزل آرام نہ دارد

هم سفر ريگ روان قافلہ ما

(منزل جو طالب، آرام نہ ڪندو آهي، ريگستان جي واري، اسان جي قافلي جي هم سفر آهي.)

دار را معراج مي خوانند سرداران عشق

زين سبب هر بوالهوس ڪي سر بردار آورد

(عشق جا سردار ڦاسيءَ کي معراج سڏين ٿا. ان ڪري هرڪو سڏڙيو شخص ڦاسي تي سر ڪيئن آڻيندو.)

چون قلم در دست غداري بود

لاجرم منصور بر داري بود

(قلم جڏهن غدارن جي هٿ ۾ هوندو تہ منصور ضرور سوليءَ تي ئي چڙهيل هوندو.)

چون قلم در دست غداري اوفتاد

زين سبب ذوالنون زندان اوفتاد

(قلم جڏهن غدارن وٽ آيو تڏهن ذوالنون جهڙو موتي بہ قيد ۾ پيو.)

مروت نہ بينم رهائي ز بند

بہ تنها و يارانم اندر ڪمند

( اڪيلو آزاد ٿيڻ ۾ مروت نٿو ڏسان. جو پيا يار ڦاسي جي منهن ۾ قيد هجن.)

دشمن چہ ڪند چون مهربان باشد دوست

در ظل خود خوش نگهدار اوست

(دشمن ڇا ڪندو؟ جيڪڏهن دوست مهربان آهي. پنهنجي مهرباني هيٺ جيڪو حفاظت ڪندڙ آهي.)

عاقل آن ڪس ڪہ گيرد اندر گوش

ور بنوشت است پند بر ديوار

(دانا اهو جيڪو نصيحت ٻڌي ۽ عمل ڪري، چاهي اها نصيحت ڪنهن ديوار تي لکيل ڇونہ هجي.)

هي فارسي بيت، اسان ملفوظات پير سائين روضي ڌڻي قدس سره مان، چونڊي لکيا آهن. اوهان کي تاڪيد ٿو ڪيان تہ، ٿورا گهڻا بيت ضرور ياد ڪيو. جو عجب معنيٰ ۽ ذوق رکندا آهن.

**سيد محمد صبغت الله شاهہ**
**حسيني هاشمي جلالي**

5 جمادي الآخر — 1350 هہ 17 آڪٽوبر 1931 ع

رتناگري جيل

# حڪمتي قول

• پليگ جي بيماري ۾ ڳوڙهيون نڪرنديون آهن ۽ اها سخت بيماري آهي. انهن ڳوڙهين نڪرڻ شرط آپريشن ڪرائي ڪڍائڻ گهرجن يا. انهن کي جورون ڏياري يا سڱي هٽائي. فات زهر ۽ دريائي ناريل جو استعمال بہ چڱو آهي.

• ڇتي جي ڪاٽل لاءِ فات زهر بلڪل فائيديمند آهي، پر فات زهر اصلي هجي، نہ تہ فائدي بجاءِ نقصان ڏيندو.

- سُڪل سنڌن واري لاءِ فاقيرو تيل هڪ نڪ آهي، پر ناياب آهي.
- جتي ڏَڪ لڳي پر رت نہ نڪري تہ ، اتي پيٽرول جو مک ڪجي، پر جيڪڏهن رت نڪري، تہ پوءِ سڙيل تيل مکجي، جيڪو ڪارو ۽ گهاٽو هجي.
- ڳَن جي سُور لاءِ پڪوڙن وارو تيل بهترين فائديمند آهي، اهرو تيل جنهن ۾ ٽي چار ڀيرا پڪوڙا تاهيل هجن، ان جا چند قڙا استعمال ڪجن.
- بدهاضمي، اُلٽي يا دل ڪچي ٿيڻ مهل ڪانديري جا ڪچا پن چٻاڙجن تہ فائدو ٿيندو.
- صبح جو سوير ورزش ڪرڻ گهرجي. ماني کائڻ بعد گهٽ ۾ گهٽ چاليھ وکون هلڻ گهرجي ۽ پاڻي صاف ڇانو ۾ گرم ڪري،ڇاڻڻ بعد استعمال ڪجي.
- جنهن کي رائو يا پٿر هجي، تہ اهو صاف پاڻي گهڻو پيئي.
- جنهن کي ڪاري سائي ٿي وڃي تہ اهو بہ صاف پاڻي استعمال ڪري ، سٺي اصل نہ کائي، بلڪ ڪمند ۽ ڪلن سوڏا پڳڙا کائي ۽ آرام گهڻو ڪري تہ بلڪل فائدو ٿيندو.
- جيڪڏهن ڪنهن کي ڇتو ڪتو يا نانگ کائي تہ ، هڪدم گيھ سان گرڙي ڪري، انجاءِ کي چڱيءَ طرح پاڻ چوسي يا ٻئي کان چوسائي. ان سان زهر جو اثر بلڪل نہ ٿيندو ۽ اهو جلد ٺيڪ ٿيندو.

## مهمان نوازي

الله جي خليل، حضرت ابراهيم عليہ السلام جي عادت مبارڪ هئي، جو مهمان کان سواءِ اڪيلو ماني نہ کائيندو هو. هڪ ڀيري ان ڏينهن بعد هڪ ڪراڙو ضعيف مهمان آيو. حضرت ابراهيم عليہ السلام ماني آڻي اڳيان رکي، پر اهو شخص ڪافر هو ۽ ماني کان اڳ " بسم الله " ڪانہ پڙهيائين. حضرت ابراهيم ناراض ٿي چيو تہ اُٿي وڃ ۽ ماني نہ کاءُ. اهو ڪراڙو روانو ٿيو تہ الله

ڪان نہ ننڍا هجن نہ وڏا جو شرعي وار ڳن جي پاپڙي تائين آهن.جيڪي اوهان نقير رکائيندا آهيو.

## سخاوت سيد جي

اسان جو محبوب ڪريم ﷺ سخين جو سردار هيو. مشهور سخي حاتم طائي حضور ﷺ جن جي نبوت جي اعلان کان اڳي هي دنيا ڇڏي چڪو هو. هڪ ڀيري طائي قبيلي جا ماڻهو قيدي ٿي، حضور ﷺ جن وٽ آيا. انهن قيدين ۾ حاتم جي ڌاهي نياڻي بہ هئي. جنهن محبوب ڪريم ﷺ کي عرض ڪيو تہ ، آئون حاتم جي ڌيءَ آهيان تہ ، پاڻ ڪريمن ڪيس فرمايو تہ ٺيڪ آهي پوءِ حاتم جي سخا جي ڪري ، توکي ۽ تنهنجي قبيلي وارن کي آزاد ٿو ڪيان. حضور ﷺ جن جي اها سخا ڏسي، پوءِ طائي قبيلي وارا مسلمان ٿي ويا.

## آب حيات لاءِ سڪندر جو سفر

آب حيات جي ڳولا لاءِ جڏهن سڪندر تيار ڪئي، تڏهن پاڻ سان چاليهہ وزير، تورو لشڪر، ٻارهن مهينن جو ڪاڌو بہ ڪنيائون. سڪندر اعلان ڪيو تہ، ڪوبہ ڪُراڙو اسان ساڻ نہ هلندو. مگر سڪندر جي ڏاهي وزير بُليناس، پنهنجي پيءُ کي صلاح مصلحت لاءِ اهڙي نموني گڏ ڪنيو جو ڪنهن کي پروڙ ڪانہ پئي. سڪندر جي قافلي کي. سمنڊ ۾ هلندي ڇهہ مهينا گذري ويا. تڏهن سڪندر جهاز کي بيهاري چوطرف نگاهہ ڪئي. مگر سمنڊ جو ڪو انت ڏسڻ ۾ نہ آيو. اتي هڪ مڇي پاڻيءَ مان مُنهن ڪڍي چيو تہ ، اي سڪندر! تو ڇهہ مهينا هن سمنڊ ۾ سفر ڪيو آهي، مگر تون اڃان منهنجي مٿي ڪان پڇڙي تائين پهچي نہ سگهيو آهين. حالانڪہ آئون هڪ ننڍڙي مڇي آهيان. تون سمنڊ پار جو خيال لاهي ڇڏ. مون کي پنهنجي بادشاهہ موڪليو آهي تہ ، سڪندر کي چؤ تہ منهنجي ڌيءُ سان شادي ڪري، سڪندر ڳوڙهي ويچار بعد هائو ڪئي ۽

ساموندي بادشاهه جي ڌيءُ سان شادي ٿي ۽ ڪيس ڏاج ۾ مينهن ملي. جيڪا اصل سمنڊ جي پيدائش آهي. پوءِ سڪندر ڪانئس " آب حيات" جو ڏس پڇيو بادشاهه چيو ته اهو" بحر ظلمات " ۾ ملندو آهي، جتي سج جي روشني نه آهي جڏهن قافلو هلندو اتي پهتو ته ڪين ڪا شيءِ نظر نه اچڻ لڳي. سڪندر چيو ته اهڙو ڪو حيلو ڏسيو ته اندر ڪيئن هلجي ۽ واپس ٻاهر ڪيئن نڪرجي. سڀئي پريشان ٿي ويا، اتي بليناس وزير وڃي پنهنجي پيءُ سان صلاح ڪئي، جنهن چيو ته ٿي مادي سوائون گهوڙيون آڻيو جن تي بادشاهه ۽ سندس وزير سوار ٿي اندر وڃن ۽ انهن جا ڦر ٻاهر ٻڌي رکو، ته جيئن اهي گهوڙيون اندران ٿي، پاڻهي ڦرن تائين واپس پهچي وينديون. جڏهن وزير سڪندر کي اها صلاح ڏني، ته سڪندر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته سچ ٻڌاءِ اها صلاح توکي ڪنهن ٻڌائي ؟ اتي وزير سچي ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽ سڪندر ڪيس انعام ۽ اڪرام سان نوازيو

فقيرؤ! تڏهن چوندا آهن ته "اُٺ ڪراڙو ته به ٻه ڪنواٽ لهي" وڏن ۾ وڏي مٽيا هوندي آهي. ڪُراڙو ماڻهو نئين ڳالهه ڀلي نه سمجهي، پر پُراڻي ڳالهه جو ضرور ڪيس آزمودو ۽ تجربو هوندو آهي. آخر سڪندر اندر روانو ٿيو. چون ٿا ته حضرت خضر ۽ حضرت الياس به گڏ هيا. پر قسمت جي ڳالهه هئي، جو حضرت خضر ۽ حضرت الياس کي ته آب حياب نصيب ٿيو. مگر سڪندر آب حيات کان اُڃايل ٻاهر آيو.

تهي دستان قسمت را، چه سُود از رهبر ڪامل

ڪه خضر از آب حيوان ، تشنه مي آرد سڪندر را

حضرت خضر ۽ حضرت الياس پاڻ سان برتن ۾ آب حيات گڏ ڪنيو. جڏهن ٻاهر روانا ٿيا ته لشڪر به بحر ظلمات کان نڪرڻ لاءِ هلڻ لڳو. سڪندر چيو ته پنهنجي پيرن ۾ جيڪي پٿر لڳن پيا، انهن مان جيترا کڻي سگهو اهي کڻو پوءِ جڏهن روشنيءَ ۾ پهتا ۽ ڏٺائون ته اهي پٿر نه پر هيرا ۽ جواهرات هيا. سڪندر

چيو تہ اهي سڀ اوهان کي انعام ۾ آيا. پوءِ جن پٽر سمجهي ٿورا کنيا هيا، تن پڇتايائون ۽ جن گهڻا کنيا، تن بہ پڇتايو. اتي سڪندر چيو تہ مون کي آب حيات ملي نہ سگهيو، پوءِ حضرت خضر ۽ حضرت الياس چوڻ لڳا تہ اسان تہ آب حيات پيتو ۽ ڪجهہ پاڻ سان بہ کنيو آهي، اوهان اهو پيئي ڏسو. پوءِ اهو آب حيات هڪ مٽيءَ جي پيالي ۾ وڌو ويو ۽ سڪندر اڃا پيئڻ جو ارادو ڪيو تہ، سامهون هڪ ضعيف ۽ وڏي عمر واري پکيءَ تي نظر پيس ، جنهن چيو تہ اي سڪندر! اهو پاڻي نہ پيءُ تہ چڱو آهي ، جو مون بہ اهو پاڻي پيتو آهي، پر هاڻي زندگي مان بيزار ٿي پيو آهيان مري بہ نہ ٿو سگهان. ايتري ۾ انهي پاڻي واري پيالي مان بہ آواز آيو تہ اي سڪندر! آئون ڪنهن زماني ۾ بادشاهہ هئس، پر اڄ اهو حال آهي جو منهنجي کوپري مان اهو پيالو ٺاهيو اٿن، جنهن ۾ تون پاڻي پي رهيو آهين. انهيءَ پاڻي سان جيئرو تہ رهي سگهندين، پر بادشاهہ تہ هميشہ ڪونہ رهندين. سڪندر جي هٿن مان پيالو ڇڏائجي هيٺ ڪريو ۽ اهو پاڻي ڪجهہ ڇٻر تي ڪريو ۽ ڪجهہ ڪانوَ اچي پيتو. چون ٿا تہ ڪانوَ بہ پنهنجي موت نہ مرندو آهي. بلڪ ڪو پيو اچي ماري ۽ ڇٻر جي بہ جاتي پاڙ لڳي. باغائي کي طاقت ناهي جو ڪڍي سگهي. آخر سڪندر جڏهن واپس پهتو تہ هڪ نجومي کان پڇيائين تہ آئون ڪڏهن هن دنيا مان روانو ٿيندس؟ نجومي چيو تہ جڏهن آسمان لوهہ جو ٿيندو ۽ زمين ٽامي جي ٿيندي. تڏهن تنهنجي وفات ٿيندي سڪندر کلندي چيو تہ عجيب ڳالهہ ڪئي اٿئي، آخر ڪجهہ وقت بعد سڪندر شڪار لاءِ نڪتو ۽ اتي تيز برسات وسڻ لڳي پاڻي گهڻو گڏ ٿيڻ لڳو ۽ گهوڙا هلي نہ پيا سگهن. آخر وزيرن پنهنجون زرهون لاهي هيٺ گڏ ڪيون، جن تي سڪندر ويٺو ۽ پنهنجون ڍالون ، پاڻي کان بچائڻ لاءِ سندس مٿان جهلي بيٺا . سڪندر جي طبعيت خراب ٿي ۽ کيس نجومي واري ڳالهہ بہ سمجهہ ۾ اچي وئي ، جو اڄ سندس مٿان آسمان لوهہ جو ۽ زمين ٽامي جي هئي. سڪندر کي اسهال ٿي پيا. يونان جي حاذق

حڪيمن وڏا علاج ڪيا. مگر اسهال بند نہ ٿي سگهيا. هڪڙي حڪيم ڪاوڙ وچان پنهنجي دوا مان چند ڦڙا ، پرسان وهندڙ واهہ ۾ وڌا تہ سمورو واهہ اتي ئي ڄمي ويو. مگر اها دوا سڪندر کي فائدو نہ ڏيئي سگهي. اي فقيروؤ! تقدير جي اڳيان تدبير ڇا ڪري سگهندي؟ سڪندر اها وصيت ڪئي تہ ، مُرڻ پڄاڻان منهنجا ٻئي هَٿ ڪفن مان ٻاهر ڪڍي ڇڏجو ، تہ جيئن دنيا وارن کي خبر پوي تہ شهنشاهہ سڪندر بہ پاڻ سان ڪا شيءِ کڻي نہ سگهيو ، بلڪ خالي هٿين دنيا مان هليو ويو. سڪندر جي وفات مهل، سندس والده جيئري هئي، جنهن کي سڪندر چيو تہ. امان! منهنجي مرڻ بعد قبرستان ۾ اچي مون کي سڏ ڪجانءِ تہ آئون توکي جواب ڏيندس، سڪندر جي وفات بعد، ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ سندس امڙ قبرستان وئي ۽ سڏ ڪيائين "ابا سڪندر"! تڏهن هڪڙي قبر مان جواب مليو تہ ." امان! تون ڪهڙي سڪندر کي سڏين پئي، هتي ڪيئي سڪندر سُتا پيا آهن". پوءِ جڏهن " ابا سڪندر ذوالقرنين" چيائين، تڏهن سندس پٽ سڪندر کيس جواب ڏنو. اي فقيروؤ! هي ڳالهہ اسان الله جي قدرت ۽ دنيا جي فنائيت سمجهائڻ خاطر لکي آهي. دنيا فاني آهي ۽ باقي صرف رب ڪريم جي ذات آهي.

## دنيا مڙوئي ڊوند

دنيا جي دوستي بابت هڪ حڪايت لکان ٿو، تہ جيئن اوهان دنيا جي حقيقت کي سمجهي سگهو. هڪ ڀيري حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي هڪ رفيق سان سفر تي روانو ٿيو. وٽس ٽي مانيون هيون. رستي ۾ هڪ ماني حضرت عيسيٰ عليہ السلام کاڌي ۽ هڪ سندس ساٿي کاڌي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ. اها بچيل ماني سنڀالي رک تہ اڳتي ڪم ايندي. مگر اها ماني ان رفيق کائي ڇڏي. جڏهن حضرت عيسيٰ اڳتي هلي ان ماني بابت پڇيو تہ. اهو رفيق الله جو قسم کڻي چوڻ لڳو تہ مون کي ماني بابت ڪا خبر ناهي. اتي

حضرت عيسيٰ بن هرڻن کي اشارو ڪيو ته، سندس معجزي سان ٻئي هرڻ سامهون اچي بيٺا. جن مان هڪ کي ذبح ڪري، سندس گوشت کاڌائون ۽ پوءِ حضرت عيسيٰ ان هرڻ طرف اشارو ڪيو ته اهو زنده ٿي هليو ويو. انهيءَ معجزي ڏيکارڻ بعد حضرت عيسيٰ فرمايو ته هاڻي ٻڌاءِ تنهن ماني ڪيڏانهن وئي؟ ان پهر چيو ته مونکي خبر ڪانهي. پوءِ جڏهن هڪ درياءَ تي آيا ته حضرت عيسيٰ پنهنجي رفيق جو هٿ وٺي ٻنان ٻيڙي جي درياءَ پار ڪرايو. حضرت عيسي جو اهو ٻيو معجزو ڏسي به ان شخص ماني بابت ساڳيو جواب ڏنو. اڃا ڪجهه اڳتي هليا ته حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي سون جون ٽي سرون نظر آيون. حضرت عيسيٰ اهي سرون ڪٽي امتحان طور پنهنجي ساٿي کي چيو ته هڪ سر منهنجي، آهي هڪ تنهنجي آهي ۽ باقي هڪ سوني سر ان کي ملندي. جنهن اها ٽئين ماني کاڌي هوندي.

تنهن تي ان لالچي شخص چيو ته، الله جو قسم اي عيسيٰ! اها ماني مون کاڌي هئي. پوءِ حضرت عيسيٰ اهي ٽيئي سرون ان شخص کي ڏيئي فرمايو ته، تون الله جي نبيءَ سان گڏ سفر ڪرڻ جو حقدار ناهين. هاڻي پنهنجا رستا جدا آهن. اهو لالچي شخص سون جون ٽيئي سرون کڻي روانو ٿي ويو. اڳيان ڪيس چار چور ڦري آيا. جن ڪيس قتل ڪري، ٽيئي سرون پاڻ سان ڪنيون ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳا ته في الحال شهر مان ماني گهرايو ته پوءِ ٿا اهي سرون پاڻ ۾ ورهايون. ٻه ڄڻا شهر روانا ٿيا ۽ اتان ماني وٺي ، ان ۾ ذهر ملايائون ته جيئن اهي ٻئي مري وڃن ۽ پاڻ ٻئي اهي سرون ڦٻايون. پوين ٻنهي وري اها صلاح ڪئي ته، انهن ٻنهي کي هٿ ڏورائڻ جي بهاني ٻيو واري کوهه تي وٺي هلنداسيون ۽ کين کوهه ۾ ڌڪو ڏيئي انهن سرن تي قبضو ڪنداسون. جڏهن ماني وارا چور پهتا ته هنن هٿن ڌوئڻ بهاني کين کوهه ۾ ڪيرايو ۽ پوءِ خوش ٿي ماني کائڻ لڳا. مگر ماني ۾ ملايل زهر انهن ٻنهي کي به پورو ڪري ڇڏيو ۽ اهي ٽيئي سرون اتي ئي پيون رهيون. حضرت

عيسيٰ واپس موٽندي ، اهي سرون ۽ لاشا ڏٺا ته ڪيس عجب ٿيو پوءِ حضرت جبرئيل عليه السلام اچي عرض ڪيو ته، اي الله جا نبي! سون جي انهن ٽن سرن تي اج تائين هڪ هزار، ڇهه سئو ماڻهو اڳي وڙهي مري چڪا آهن، پر هاڻي انهن ۾ پنج اهي به شامل ٿيا آهن. الله ٿو ڄاڻي ته اڃا اڳتي ڪيترا ڪُتا ۽ ڪانوَ انهيءَ دنيا جي ڊوڙ تي وڙهي مرندا.

## بخشش جي برسات

ڪنهن به نيڪ ڪم کي، معمولي ڪري نه ڄاڻجي، جو اهڙن ڪمن سان رحمت ۽ بخشش جي برسات وسندي آهي. هڪ شخص بيت الله شريف جي زيارت لاءِ ٿي ويو ۽ هر قدم تي ٻه رڪعتون نفل ٿي پڙهيائين .پوءِ عرض ڪيائين ته مولا! منهنجو هيءُ عمل توکي پسند آهي الائي نه؟ الهام ٿيس ته اي ٻانها! ڪنهن مسڪين مظلوم ۽ ڏکويل شخص جي دل کي خوش ڪرڻ ۽ ساڻس همدردي ڪرڻ، هزار نفلن کان ڀلو آهي.

هڪڙي عورت، تمام فاحشه ۽ گنگهار هئي. سندس سڄي زندگي گناهن ۾ گذري، پر هڪ ڏينهن هڪ اڃايل ڪُتر کي پاڻي پياريائين ته، رب ڪريم ايڏو راضي ٿيو، جو ڪيس بخشي ڇڏيائين.

هڪ گنهگار شخص جي مرڻ پڄاڻان، ڪنهن نيڪ ٻانهي ڪيس خواب ۾ ڏٺو ته اهو گنهگار جنت جي باغن ۾ سير پيو ڪري پڇيائين ته ، تو ڪهڙو نيڪيءَ جو ڪم ڪيو، جو ان درجي تي پهتو آهين؟ چيائين مون ته ڪوبه نيڪ ڪم نه ڪيو هو پر هڪ پيرو هڪڙي يتيم ٻار جو ڪنڊو ڪڍيو هيم، جنهن تي رب راضي ٿي ، مونکي جنت عطا ڪئي آهي.

# جهاد اصغر ۽ جهاد اڪبر

سڀ کان وڏو جهاد، نفس سان جهاد آهي. باقي ڪافرن سان جهاد، ننڍو جهاد آهي، ڇو ته ڪافر اهو دشمن آهي،جنهن سان زندگيءَ ۾ هڪ يا ٻه ڀيرا سامهون ٿيڻو پوي ٿو پر نفس اهڙو دشمن آهي، جنهن سان صبح شام ۽ هر گهڙي منهن مقابل ٿيڻو پوي ٿو. هاڻي اوهان پاڻ سمجهو ته وڏو دشمن ڪير آهي؟

# هدايتون ۽ نصيحتون

- مٺو ڳالهائڻ نيڪي آهي ۽ بد مزاجي بڇڙائي آهي
- اوچي نسب وارو اهو آهي ، جنهن جا عمل سٺا آهن ۽ هُو جنتي آهي ۽ نيچي نسب وارو اُهو آهي ، جنهن جا عمل بڇڙا آهن ۽ هو جهنمي آهي.
- الله تعاليٰ ڪنهن تي به ظلم ناهي ڪندو بلڪ هر ماڻهو پنهنجي هٿن سان پاڻ تي ظلم ڪندو آهي.
- موت کي هر وقت ياد رکندڙ مومن آهي ۽ موت جو هر وقت تصور، گناهن کان بچائيندڙ آهي.
- مجازي عشق، گمراهي آهي ۽ حقيقي عشق ڪاميابي آهي.
- جنهن ماڻهو مان چڱائي حاصل ٿئي، اهو جواهر مثل ۽ جنهن مان ڪا به چڱائي حاصل نه ٿئي ، اهو پٿر مثل آهي.
- نا اهل سان نيڪي ڪرڻ بيڪار آهي.
- حديث پاڪ ۾ آهي ته، مائٽ جيڪڏهن بکيا هجن ته اول انهن کي کارائجي ، اگهاڙا هجن ته ڍڪجي، ۽ محتاج هجن ته سندن مدد ڪجي.

- تقويٰ وارا. رات جو گهٽ ننڊ ڪندڙ ۽ وڌيڪ عبادت ڪندڙ. الله تعاليٰ جي محبوب ۽ پيارا آهن. قرآن پاڪ جون هي آيتون "كانوا قليلا من اليل ما يهجعون و بالا سحارهم يستغفرون" رات جو جاڳي عبادت ڪندڙن ۽ اسُر جو توبهه ڪندڙن جي شان ۾ آيل آهن.
- گڏهه جي هينگ ٻڌڻ مهل ايستايئن "اعوذ بالله من شيطان الرجيم" پڙهڻ گهرجي. جيستائين بند نه ٿي ٿئي.
- ايتري وڏي آواز سان نه ڳالهائي جو گڏهه جي موافق سمجهيو وڃي. ايترو تڪڙو نه ڳالهائجي. جو ڪتي جي موافق سمجهيو وڃي. ايترو تڪرو نه هلجي جو چور جي موافق سمجهيو وڃي. ايترو تڪبر غرور ۽ اڪڙ نه ڪجي جو شيطان جو موافق سمجهيو وڃي.
- جنت ۾ مڙني ماڻهن کي ريشم جا ڪپڙا هوندا. ان ڪري هتي دنيا ۾ ڪنهن به مرد کي ريشم پائڻ جي اجازت ناهي، حديث شريف ۾ آهي ته. جيڪو ماڻهو دنيا ۾ ريشم پائيندو اهو آخرت ۾ ان کان محروم رهندو.
- گهوڙي . اُٺ يا ڪنهن به سواري تي چڙهڻ مهل بسم الله شريف پڙهڻ گهرجي ۽ سواري تي ويهڻ مهل شڪراني طور "الحمد لله" پڙهڻ گهرجي . جو اها سواري به الله جي مهرباني کان سواءِ حاصل نه ٿيندي آهي.
- اها شيءِ گڏ نه ڪريو جيڪا ڪائٽي نه هجيوَ اها جاءِ نه جوڙايو جتي رهڻو نه پوي.
- ان جي حُڪمن کان بچو جنهن وٽ وري پيش ٿيڻو هجيوَ
- اولهه طرف مهاڙ ڪري، پيشاب يا پائخانو ڪرڻ نه گهرجي، اُتر طرف به منهن ڪري پيشاب ڪرڻ کان بچو جو ايڏانهن اسان جي اڪثر مشائخن جا روضا آهن.

• ننڍي هوندي پڙهڻ ائين آهي جيئن پٿر تي ليڪو ۽ وڏي هوندي پڙهڻ اهڙو آهي جهڙو پاڻي تي ليڪو. جيڪڏهن ڪنهن کي زماني جي ڪمن ڪارڻ سبب هتي وقت نٿو ملي ته ان کي جيل ۾ وڃڻ گهرجي جو اتي پڙهڻ جو ڪافي وقت ملي ٿو ۽ ماڻهو دلير به ٿئي ٿو.

• اسان هن ڪتاب ۾ ڪجهه اخلاقي قول به لکيا آهن ، پر جدا جدا جاين تي لکيا آهن . سو مولوي فيض محمد کي چئو ته سي هن ڪتاب مان ڪڍي، جدا ڪري ٻيو ڪتاب ٺاهي ته اسان خوش ٿينداسين.

## عاشق مرندا ڪينڪي

پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي هڪ زاهد ۽ باڪمال خليفي جو جڏهن آخري وقت آيو، تڏهن پنهنجي گهرواريءَ کي چيائين ته آئون هي دنيا ڇڏيان پيو، پر هفتي ۾ هڪ ڀيرو هر جمعي جي رات تو وٽ ايندو رهندس. پر اها ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪجان. خليفو گذاري ويو ۽ جمعي جي رات اها ويساهه واري زال سندس انتظار ۾ ويهي رهي. اچانڪ رات جو خليفو صاحب ظاهر ٿيو. اهڙي طرح به ٽي هفتا گذري ويا. آخرڪار سندس سس، يعني خليفي صاحب جي والده کي شڪ پيو ۽ ڪائنس پڇا ڪيائين ته ، خليفہ صاحب جي گهرواريءَ سچي حقيقت ڪري ٻڌائي. جڏهن جمعي جي رات ٿي ته ، خليفي صاحب جي والده، گهر جي ڪُنڊ ۾ لڪي ويهي رهي. آڌي رات جو خيلفو صاحب جسماني حالت سان ڪمري ۾ ظاهر ٿيو ته امڙ کان صبر نه ٿي سگهيو ۽ اٻا ڪري ٻاهر نڪري آئي، مگر خيلفو صاحب غائب ٿي ويو ۽ راز ظاهر ٿيڻ سبب وري خليفہ صاحب جو اچڻ بند ٿي ويو. اهو حضرت روضي ڌڻي جي خليفن جو مقام هو.

حديث شريف ۾ بہ آهي تہ، خبردار! الله جا ولي مرندا ناهن. بلڪ هڪ گهر کان ٻئي گهر ڏانهن منتقل ٿي ويندا آهن.

## پنج تن پاڪ

جيڪڏهن ڪو شخص هيٺيان اکر لکي، پنهنجي گهر جي ديوار تي ٽنگي ڇڏيندو تہ اهو گهر وبائن کان امن ۾ رهندو.

لي خمسة اطفي بها حر الوباءِ الحاطمه
المصطفيٰ والمرتضيٰ وابناهما والفاطمه

محبوب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ منهنجا اصحابي، ستارن جي مثال آهن. جيڪو بہ انهن جي تابعداري ڪندو، اهو هدايت لهندو ۽ منهنجي اهلبيت جو مثال، حضرت نوح جي ٻيڙي وانگر آهي، جيڪو بہ ان ۾ سوار ٿيو تنهن ڪاميابي حاصل ڪئي.

## سنڌ جا ماڻهو

سڀني ملڪن جي ماڻهن کان سنڌ جا ماڻهو وڌيڪ زوروار ۽ بهادر آهن، اسان رتنا گري ۾ بہ چورن جو حال ڏٺو. جو ٿوري چوري ڪري سزا وٺيو اچن ۽ پوءِ جيل ۾ ڪن ٿورن جا موچڙا پيا کائين. پر سنڌ جا چور بہ اهڙا آهن جو سَون سپرينڊينٽن کي مارون ڏنائون ۽ سَون جيلرن کي ڪُتي ڇڏيندا آهن ۽ پيا ڪوبہ اهڙو مثال ڏيئي نہ سگهندا آهن. نادر شاهہ جي چوري بہ سنڌين ئي ڪئي هئي، چون ٿا تہ نادر ڪرڙيءَ ۾اچي لٿو ۽ چور بادشاهہ جي پهري مان بہ بادشاهہ جو تاج ڪٽي ويا. نادر ڏينهن جو پڙهو ڏياريو تہ ان چور کي پنج هزار روپيا انعام ڏيندس، جنهن منهنجو تاج چورايو آهي. پوءِ اهو چور اچي حاضر ٿيو ۽ نادر ڪيس واعدي موجب

انعام ڏنو ۽ ڪاٻه ہي سزا ڪانہ ڏنائينس. سو اهڙا بهادر چور سنڌي هئا ۽ واعدي پوري ڪرڻ جو بہ نادر شاهہ کي انصاف هجي، نہ تہ اڄوڪا حاڪم هجن ها تہ ان چور کي پنجن هزارن بدران پنج پيرا ڦاسي ڏيئي ڇڏين ها. سنڌ جا ماڻهو دل جا تہ تابع آهن، پر دماغ جا تابع نہ آهن. جو ڪڏهن تہ ننڍڙي ڳالهہ لاءِ بہ وڙهي پوندا آهن ۽ ڪڏهن تہ وڏي ڳالهہ تي بہ ماٺ ڪري ويهي رهندا آهن.

## درياءُ ۽ سمنڊ

درياءَ جو پاڻي مٺو ۽ ٿورو، سمنڊ جو پاڻي کارو ۽ گهڻو هوندو آهي. الله سائين فرمايو آهي تہ مؤمن جو مثال درياءَ وانگر ۽ ڪافرن جو مثال سمنڊ وانگر آهي. ڏسو! هن دنيا ۾ اهي ڪافر گهڻا بہ آهن تہ آسودا بہ، پر ڪنهن ڪم جا نہ آهن. جو سمنڊ جو پاڻي بہ نہ پيئڻ جي، نہ پوک جي ڪم ٿو اچي. پر درياءَ جو مٺو پاڻي هر شيءِ ۾ ڪم اچي ٿو جيئن اسان جو "سنڌ جو درياءُ" جو ساري سنڌ کي آباد ڪيو بيٺو آهي ۽ ڪروڙها پيدائشون منجهائنس آهن. سمنڊ ۾ ٻڏي ويل جو ڪو پتو نہ پئجي سگهندو آهي، پر درياءَ ۾ ٻڏي ويل لڀي پوندو آهي. آخرت ۾ بہ مومن مسلمان کي هميشہ جنت ۾، ۽ ڪافر کي هميشہ جهنم جي ابدي عذاب ۾ رهڻو آهي.

## نفساني خواهشون

شيطان، اسان انسانن جو پڪو ويري آهي، جيڪو هر وقت اسان کي چڱن ڪمن کان ڪارڻ جي ڪوشش ۾ رهي ٿو. ان ڪري اسان ڪڏهن هر حال ۾ شيطان سان دشمني ڪرڻي پوندي. اسان جڏهن اها ڳالهہ هتي رتناگري جيل ۾ هڪ مقدم کي هدايت طور ٻڌائي. تڏهن چيائين تہ شيطان سان دشمني ڪيئن ڪبي؟

اسان چيو تہ ، پنهنجي نفس جون خواهشون وڃائڻ ۽ خدائي حڪمن کي مڃڻ، ان
ڪان وڌيڪ ٻي ڪا بہ شيطان سان دشمني ناهي.

## خدائي راز

اي فقيرؤ، هي جو اسان جي خاندان تي خدائي راز ٿيو آهي. اسان ان ۾ گهڻُو خوش آهيون ، راز جي معني آهي اسان جو جيل ۾ اچڻ. عام سمجهندا هوندا تہ پير سائين کي ڏاڍي تڪليف هوندي ، سو تڪليف اسان کي برابر آهي، پر جڏهن هن ڳالهہ تي تا خيال ڪريون تہ اڳين نبين سڳورن ۽ بزرگن سان ڇا ٿيندو هو؛ پوءِ بہ هُو صبر ۾، ۽ الله جي ياد ۾ اڳرا هوندا هيا. بهرحال اسان سان بہ ڪا وڏي مهرباني ٿيندي. اسان ان تڪليف کي برداشت ڪنداسين. توهان الله تعاليٰ تي رکو.

## جماعتي آداب

فقيرؤ! درگاهہ مبارڪ ، روضي شريف ۽ مسجد شريف جي خدمت پاڻ تي لازم ڪجو. اسان جا مريد هڪ ٻئي کي "فقير" يا "جماعتي ڀاءُ" جي نالي سان سڏين جيڪي بہ فقيرياڻيون يا زائفائون درگاهہ مبارڪ تي اچن تہ اهي درگاهہ جي حد ۾ رهن ۽ انهن کي شهر يا بازار ۾ هرگز نہ وڃڻ ڏنو وڃي. اسان ان ڳالهہ بابت مُکن کي سختيءَ سان تنبيهہ ٿا ڪيون تہ هو چوڪي وارن فقيرن کي پابند ڪن.

## اسلامي سال

اسان مسلمانن جا سال ۽ مهينا چنڊ تي آهن. چنڊ نہ رڳو روشني لاءِ آهي، پر ان سان اسان جي عبادتن (روزا، حج، زڪواة) جا وقت بہ گهرو تعلق رکن ٿا ۽ چنڊ جي تاريخن ۽ مهينن ۾ موسم بہ بدلجندي رهي ٿي. پر عيسائين، يهودين ۽

هندن جا سال ۽ مهينا سج تي آهن ۽ انگريز جو خيال آهي تہ . فطرت جي برخلاف هر مهيني ۾ اها ساڳي مند اچي، جيئن موسمن جي تبديلي ۾ هڪ ڏينهن جو بہ فرق نہ اچي. انگريزن جو نمونو ئي ٺيون آهي. تنهن ڪري مسلمانن کي اسلامي مهينن تي هلڻ گهرجي.

# حڪايتون

هڪ ڀيري جيسلمير جي راجا کي، سندس نجومين ٻڌايو تہ ايران ۾ نادر نالي بادشاهہ ٿيندو. جيڪو هند ۽ سنڌ کي فتح ڪندو ۽ جيسلمير تي بہ چڙهائي ڪندو. نجومين جي ڳالهہ ٻڌي راجا پنهنجي وڏي وزير کي نجومين سان گڏ ايران روانو ڪيو تہ، ان شخص کان انجام لکرائي اچو تہ جڏهن بہ بادشاهہ ٿئين تہ جيسلمير تي ڪاهہ نہ ڪجانءِ اهو قافلو ايران پهتو ۽ اتي نجومين جي ڏسيل پارن واري شخص جي پڇا ڪرڻ تي ماڻهن ٻڌايو تہ، بادشاهہ جي تہ خبر ناهي باقي نادر نالي هڪڙو جت هتي رهي ٿو جڏهن نادر جت وٽ پهتا تہ نجومين کيس سڃاڻي ورتو ۽ ملاقات بعد وزير چيو تہ ، اي نادر، جڏهن بہ ايران جو بادشاهہ ٿئين ،تڏهن اسان جي جيسلمير تي هلان نہ ڪجانءِ نادر چيو تہ توهان هيترو پنڌ ڪري ، مون تي ٺٺول ڪرڻ آيا آهيو. آخر وزير ۽ نجومين جي زور پرڻ تي نادر بيزار ٿي چيو تہ ٺيڪ آهي، آئون جڏهن بہ ايران جو بادشاهہ ٿيس تہ پوءِ جيسلمير تي حملو نہ ڪندس. وزير چيو تہ اها ڳالهہ اسان کي لکي ڏي. ويچارو نادر جت لکڻ پڙهڻ نہ ڄاڻندو هو. پر هنن جي اصرار سببان وزير جي آندل دستاويز تي بہ ٽي آڏا ابتا ليڪا ڪڍي ڏنائين. وزير ۽ نجومي واپس روانا ٿيا. ڪجهہ وقت کانپوءِ نادرجت گهمندو ايران جي شاهي علائقي ۾ داخل ٿيو. کيس خبر ڪانہ هئي تہ ڪو ايران جو بادشاهہ اڄ فوت ٿي ويو آهي. ان وقت بادشاهي رواج هو تہ . بادشاهہ جي مرڻ بعد. فوراً هڪ مخصوص پکي ا ڏاريندا هئا. اهو جنهن

جي بہ مٿي تي ويهندو هو تہ. ان کي پنهنجو نئون بادشاهہ چونڊيندا هئا. پر اهو قاعدو ان بادشاهہ لاءِ هوندو هو. جنهن مرڻ مهل پنهنجو پٽ نہ ڇڏيو هجي. آخر پکي اڏايو ويو جيڪو اچي نادر جت جي مٿي تي ويٺو. سبحان الله! ڪلهوڪو نادو جت اڄ ايران جو بادشاهہ بڻجي ويو. " وتعز من تشاءُ و تذل من تشاءُ". بادشاهہ بڻجڻ کان ڪجهہ وقت پوءِ نادر شاهہ، هندوستان تي ڪاهہ ڪئي ۽ شهر فتح ڪندو جيسلمير ڏانهن وڌڻ لڳو ۽ اعلان ڪيائين تہ ،آئون جيسلمير جي دَر ۾ ترار هڻندس. جڏهن انا خبر راجا کي پئي تہ وزير کي چيائين ، جلدي ڪيو ۽ نادر جي اها لکت ڪدي اڳتي روانا ٿيو. آخر اهو نجومي نادر شاهہ وٽ حاضر ٿيو ۽ ڪيس سڄي حقيقت کان آگاهہ ڪيائين ، پوءِ نادر شاهہ کي بہ سيئي ڳالهيون ياد اچي ويون ۽ پنهنجي لکت بہ سُڃاتائين. چون ٿا تہ، نادر شروع کان انجام جو سچو هو. جيڪوقول رات جو ڪيو سمهندو هو تہ، فجر کان اڳ ان کي پورو ڪندو هو. سو چيائين تہ برابر! مان جيسلمير تي پهرين قول موجب حملو نٿو ڪيان، پر شاهي قلعي جو دروازو پٽي ٻاهر ڪڍي اچو تہ، جيئن ان ۾ ترار هڻي پنهنجو پيو قول بہ پورو ڪري موٽي وڃان. آخر دروازو آندو ويو ۽ نادر ان ۾ ترار هڻي واپس موٽي ويو.

اي فقيرؤ! هي ڳالهہ اسان ان ڪري لکي آهي تہ ، انجام جي سچي نادر کي، الله تعاليٰ مُلڪ جي بادشاهي عطا ڪريڇڏي. تنهن ڪري اوهان مريد بہ عبرت وٺو ۽ انجام جا سچا ٿيو ۽ مالڪ الملڪ الله تعاليٰ جا حُڪم مڃو. اهو رب ڪريم ئي آهي، جيڪو چاهي تہ ، پينو کي بادشاهہ بڻائي ۽ بادشاهہ کي پينو بڻائي ڇڏي. هڪ شخص دڳ سان پئي ويو تہ، سامهون هڪ شخص کي شينهن مٿان سواري ڪندي ڏٺائين، جنهن جي هٿ ۾ ڪاريهر جو لڪڻ هو. پڇا ڪيائين تہ، ادا! ڪڏهن کان انهن سان ياري رکي اٿئي؟ چيائين تہ ، جڏهن کان دل ۾ "الله جو خوف" آندو اٿم، تڏهن کان هر بيءَ شيءِ جو خوف، منهنجي دل مان نڪري ويو آهي. جو شخص فقط الله تعالي جو خوف اختيار ڪندو آهي، تہ هر شيءِ ان جي

تابع ٿي ويندي آهي. ڇڄڻ به ان خالق حقيقي ڪئون گهرجي، باقي ته هر شيءِ فنا آهي. هڪڙي فقير کي مقام ويجهو رات پئجي وئي ۽ مقام ۾ سمهي پيو. خواب ڏٺائين ته قبرستان جا سمورا مردا، صفون ٻڌي ويٺا آهن ۽ هر هڪ مُرده جي آڏو ڪير جو پيالو رکيل آهي. پر هڪڙو شخص اهڙو به هيو، جنهن جي آڏو رت جو پيالو رکيل هو ۽ ملائڪ ان کي زبردستي پياري رهيا هئا. پوءِ ان شخص کان فقير پڇيو ته تو سان اهو حال ڇو پيو ٿئي؟ جواب ڏنائين ته ادا دنيا ۾ منهنجي عادت هئي جو هڪڙن جي پين وٽ وڃي گلا ڪندو هوس. پوِڇڏهن ڪوبه، پنهنجي دشمن جي گلا منهنجي واتان ٻڌندو هو ته، مون کي ڪجهه کائڻ کاڻ ڏيندو هو. اڄ قبر ۾ گلا جي عيوض مونکي رت جو پيالو پياريو پيو وڃي. تنهن ڪري گلا ڪنهن جي ۽ ڪڏهن به نه ڪريو.

## تن تسبيح

ساهه کڻڻ وقت، جڏهن ساهه اندر وڃي ته اسم شريف "الله" چوڻ گهرجي ۽ ساهه ٻاهر نڪري ته "هُو" چوڻ گهرجي، اهو وظيفو ايتري قدر پڙهجي جو، ساهه پساهه ۾ شامل ٿي وڃي.

## جِن ۽ جناتي

"جِن" الله جي مخلوق آهن، ۽ انسانن وانگر عبادت لاءِ خلقيل آهن. حضرت رسول ڪريم ﷺ تي جنن به ايمان آندو. حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جا جن به مريد هيا. جيئن انسانن ۾ هر طبقي ۽ مذهب جا ماڻهو آهن، تيئن جنن ۾ به اهي سڀ آهن. جن نماز به پڙهن ٿا ته قرآن پاڪ جي تلاوت به ڪن ٿا. باقي هي چوڻ ته، فلاڻي کي "جن" ٿيو آهي، اهو غلط آهي. حقيقت ۾ اها مرگهيءَ وانگر هڪ بيماري آهي، جنهن ۾ دورا پوندا آهن. تنهنڪري ان جو علاج ڪرائڻ گهرجي. جن کي طاقت ناهي. جو مومن مسلمان کي نقصان پهچائي سگهي، جي پهچائي ها ته ان بابت حضور جن ضرور ڪجهه فرمائن ها ۽ جاگِر وڃهائڻ، اها ڪفر جي ڳالهه آهي، جو هڪ بي دين پينوجي ڳالهه ڪي، ڪلام الله شريف کان سچي سمجهي، ساز سرندا ٿا وڄايو ۽ لهر ٿا ڪرايو؟ اهو سڀ ڪفر آهي. جن فقط ٻاهه ڏيئي سگهن ٿا. اهو به تڏهن جڏهن انهن کي ايذاءِ ۽ تڪليف ٿي

پهچي. سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته، انگريزن کي ۽ پارسين کي "جن" نٿو ٿئي باقي مسلمانن سان جن ٿو وڙهي؟ اها بلڪل غلط ڳالهه آهي. جو انسان اشرف المخلوقات آهي. سو ڪڏهن به "جن" انسان تي غالب نٿو ٿي سگهي. اوهان مريدن کي اهڙي وهمن ۽ وسوسن کان بچڻ گهرجي.

## درود و سلام

جيڪو شخص حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جي روضي اطهر تي اچي، هي آيت سڳوري (ان الله وملائکته يصلون علي النبي يا ايها الذين آمنوا صلوا عليه وسلموا تسليما) پڙهي، هڪ سؤ ڀيرا صلواة سڳوري پڙهي، جيڪو به سوال ڪندو، اهو پورو ٿيندو، ۽ ملائڪ به چوندا آهن ته فلاڻا پٽ فلاڻي جا، اڄ جيڪو عرض ڪرڻو هجئي. سو ڪر الله جي بارگاهه ۾ تنهنجو عرض قبول ٿيندو ۽ دين دنيا جا مڙئي مطلب به پورا ٿيندا.

## عطائي علم

اسان هي ڪتاب ، ڪنهن بئي ڪتاب تان ڏسي يا اتاري نه لکيو آهي، بلڪ پڙهيل ڳالهين ۽ ڪتابن مان جيڪو ياد هو، سو اوهانجي فائدي لاءِ لکيو اٿئون. اسان وٽ خُدائي، لدني علم موجود آهي.

هارائج هينئين ۾، سندي الف اوڙ

ته ڪتابن سندي ڪوڙ، منجهائي معلوم ٿئي.

عطائي علم الله جي ولين کي، بنان شڪ جي الاهي وَهب سان عطا ٿئي ٿو ۽ وهابي ڪوڙا آهن.

## الجُوع طعامُ الله

بُک ۾ سُک آهي. پيٽ ڀري کائڻ سان، حڪمت هلي ويندي آهي. ٿورو کائڻ، هر هڪ چڱائي جو بنياد آهي. گهڻو کائڻ، مڙني لچائين ۽ بُرائين جو بنياد آهي.

حڪيم لقمان پنهنجي پٽ کي چيو هو ته ابا! گهٽو نه کائجان، جو گهٽي کائڻ سان ، ماڻهو عبادت کان ڪاهلو ٿيندو آهي. محبوب ڪريم ﷺ فرمايو آهي ته، قيامت جي ڏينهن، سڀ کان وڌيڪ بکايل اهو شخص هوندو جيڪو دنيا ۾ پيٽ ڀري ٿو کائي . اهڙي ڪاڏي کان ته بُک ڀلي آهي، اهي صابر جيڪي بُکون برداشت ڪري ، صبر سان ويهن ٿا. تن لاءِ بهشت جي مهماني آهي.

## تفسير ڪوثر

سيني مسلمانن کي راهه ڏيکاريندڙ ۽ رهبر ڪلام الله شريف آهي. قرآن پاڪ جي معنيٰ ڪنهن رباني عالم يا مُرشد کان پڇو . يا تفسير ڪوثر سنڌي ۾ پڙهندا رهو ۽ ان جي حڪم تي عمل ڪندا رهو.

## دجال

آخر زماني ۾ دجال پيدا ٿيندو ان جي اچڻ کان اڳ تي سال ملڪ ۾ لاڳيتو ڏڪار رهندو. دجال هڪ اک کان ڪاڻو هوندو ۽ ڏاک جي داڻي وانگر منهن تي هسو هوندو . گهڻيون مڪار واريون نشانيون ڏيکاريندو ۽ ماڻهن کي گمراهه ڪندو اهو وقت وڏي آزمائش جو هوندو. الله سائين شل پرڪا کان بچائي (آمين).

## عذاب

جڏهن ڪنهن به قوم تي عذاب ايندو آهي ته ان مان برڪت ختم ٿي ويندي آهي ۽ اولاد به گهٽجي ويندي آهي.

## ڏهه دُنيا ۽ سَتر آخرت

جيڪو دُنيا ۾ الله پاڪ جي نالي تي ڪا شيءِ ڏيندو آهي. ته ان کي ڏهه درجا دُنيا ۾ ۽ سَتر درجا آخرت ۾ ملندا. دنيا ۾ ڏهوڻي برڪت ملندي ۽ آخرت ۾ الله پاڪ بهشت جون نعمتون عطا ڪندو.

## صَدقو

حديث پاڪ آهي تہ صَدقو مصيبت کي ٽاري ٿو. مال جو صدقو زڪوات آهي اهڙي طرح ڪنهن بيمار يا مريض لاءِ صدقو ڪيبو تہ فائدو ٿيندو نہ تہ گهڻا ڏينهن تڪليف ۾ ڇيڇلائيندو.

## هدايتون

- قُل هُو الله شريف پڙهي، مومن مسلمانن جي ارواحن کي ختمون ڏجي تہ چڱو آهي.
- سَتن ورهين جي ڄمار کان اولاد کي نماز پڙهڻ جي تلقين ڪجي ۽ نماز پڙهائڻ گهرجي.
- گوشت گهڻو نہ کائجي، چاليهہ ڏينهن ۾ ڇهہ سَت ڀيرا کائجي، گوشت کي صَفا تَرڪ بہ نہ ڪجي جيئن هِندن ۾ وشنا ڪندا آهن.
- بنان اشتها جي کائڻ نہ گهرجي ۽ هڪ دفعو کاڌو کائڻ بعد ٻيهر زبردستي ان مٿان ٻيو کاڌو نہ کائجي.. اڪثر بيماريون گهڻي کائڻ سبب ٿين ٿيون.
- روزي رکڻ سان عقل وڌي ٿو ۽ وسارو ختم ٿئي ٿو.
- سڀني نبين سڳورن جَون جي ماني ڪاڌي آهي ۽ اسان جي پيار نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهڙي سادي ماني بہ ڪڏنهن ڍؤ ڪري نہ ڪاڌي.
- دُنيا جو سک آخرت جو ڏُک آهي ۽ دُنيا جو ڏُک آخرت جو سُک آهي.
- جيڪو جماعت جو خير خواهہ آهي اهو اسان جو خير خواهہ آهي.
- اڄ هن زماني ۾ فرعون گهڻا آهن. ڏسون مُريدن مان ايمان ڪير ٿو بچائي.
- چناهہ شريف وارا بزرگ وڏي فيض وارا رهيا آهن ۽ ان ڪري اسان جي وڏن چناهہ شريف وارن جي مُريدي قبول ڪئي.
- اسان جي خاندان ۾ هميشہ اهو ئي گادي تي ويٺو آهي جنهن ۾ خدائي امانت هوندي آهي.

- علم عجب آهي. جيڪو مال کان وڌيڪ آهي. مال جي نگهباني انسان ڪري ٿو ۽ علم انسان جي نگهباني ڪري ٿو. مال کپائڻ سان کُٽي ٿو ۽ علم کپائڻ سان اِجان وڌي ٿو. علم هڪ قسم جي جاهلن مٿان حڪومت آهي.
- مُرشد جي امر تي هلو. مُکن جو چوڻ وَنو ۽ نہ ڪنهن بي گناهہ کي ايذايو ۽ ماريو ۽ نہ فتنا ۽ فساد پکيڙيو.
- کَم خرچ ٿجو. واجبي خرچ لڪ ڪري چلجو پر بيواجبي خرچ ڪڪ بہ نہ ڪجو.
- زمين کي وڌايو ۽ اناج ۽ ڀاڄيون ترڪاريون پوکيو.
- اسان جي ايماندار سپاهين مان رمڙو شڪاري. اسان سان محبت ۽ عقيدت جي ڪري جيل ۾ پيو آهي.
- ڪِرڙو ساندو جتي ڏسجي ان کي مارجي.

## مائٽن عزيزن سان سلوڪ

مائٽ، عزيز ۽ رشتيدار اگهاڙا هجن تہ ڍڪائيجي. بکيا هجن تہ کارائجي، محتاج هجن تہ مدد ۽ خدمت ڪجي. پر جيڪڏهن ڪي ڏينڌڙ سان هرويرو وڙهن يا ايذائن پوءِ اهڙي عزيز کان پاڻ کي روڪڻ گهرجي.

## ڪارا ڪپڙا

اسان جي جماعت کي عاشورن ۾ ڪارا ڪپڙا ڪرڻ يا شيعن رافضين وانگي انگاس ڪوڙي پنڪو سنڪو ڪرڻ گناهہ آهي. جماعت ۾ ڪارو ڪپڙو نہ پائيندا آهن. پر تنهن هوندي بہ منع ٿا ڪريون تہ ڪارو ڪپڙو هرگز نہ پائجو جو حضرت روضي ڌڻي جي منع آهي ۽ اسان بہ منع ٿا ڪيون. هميشہ اُڇا ۽ ٿلها ڪپڙا پائڻ گهرجن. جيڪو بہ مُريد اهي بدعتون ڪري تہ مڙئي گڏجي ان کي منع ڪريو ۽ روڪجو.

## دَف ۽ ڍَهل

قرآن پاڪ جي آيت ڪي نڙ ، ڍَهل يا ڪنهن ساز تي پڙهڻ منع آهي، اهڙي طرح مولود شريف به سازن سرن تي پڙهڻ منع آهي. ساز جنگ جي وقت وڄائڻ جائز آهي ۽ دَف نڪاح وقت جائز آهي، پر پنج ڇهه دفعا مٿس هٿ هڻجي ۽ گهڻو نه وڄائجي. اڄوڪي وقت ۾ دَف جي موڪل ڏبي ته ماڻهو ڍَهل به وڄي وڄائيندا، تنهن ڪري سيني سازن جي جماعت ڪي منع ٿا ڪريون.

## سنڌ ۽ سنڌي ٻولي

سنڌي مادري ٻولي ضروري پڙهو. عورتن کي قرآن پاڪ ۽ سنڌي نور نامون پڙهايو. جمعي يا عيد واري خطبي ۾ سنڌي خطبو نصيحت لاءِ پڙهجي ته حرج ناهي، پر افضل عربي آهي. مشڪوات شريف ۽ شاهنامي فردسي جا ترجما ڪري درگاهه شريف تي رکيا وڃن. مادري ٻولي جو علم ضروري آهي. اسان سنڌي ٻولي پڙهيل نه هجون ها ته اوهان لاءِ هي ناياب ڪتاب ڪيئن لکون ها.

## حڪايتون

هڪڙو بادشاهه جڏهن روزو رکندو هو ته ان ڏينهن شاهي بورچيخانو سڄو ڏينهن بند ڪرائي ڇڏيندو هو. ڪنهن غريب چيو ته جيڪر بادشاهه روزو نه رکي ته اسان جا بکيا ٻچا ڪاڏو ڪائي ڍؤ ڪن. سو اها عبادت ڪانهي جيڪا مسڪينن کي بک ماري. شرعي حڪم آهي ته ڪو شخص ٻن ماڻهن جي ماني ڪائي سڄي رات عبادت ڪري ٿو ته ان کان وڌيڪ ڀلو آهي ته هڪ جي ماني کائي ڪائي سمهي رهي ۽ هڪ جو ڪاڏو ڪنهن مسڪين کي ڪارائي ته ان جي

ننڍ ۾ عبادت آهي. اڄڪلهہ ماڻهو مانيءَ تہ ٻن ٽن جي ڪائين ٿا پر عبادت لاءِ نہ ٿا اٿن ۽ نہ ڪنهن مسڪين کي ٿا کارائن.

- شيخ ابوبڪر شبلي وڏو الله جو ولي ۽ وقت جو غوث هو. هيڪر پنڌ ڪري شهر مان اناج وٺي گهر آيو ۽ ان ۾ هڪ ڪِولي ڏٺائين ۽ سڄي رات پريشاني ۾ ننڊ کانہ ڪيائين. اهو سوچيندو رهيو تہ هن ڪِولي ويچاري کي پنهنجي گهر ۽ ٻچن کا جدا ڪيو اٿم. آخر صبح جو پنڌ ڪري اها ڪِولي ساڳي هنڌ ڇڏي آيو.
- هڪڙي بادشاهہ جو پٽ بيمار ٿيو هڪ درويش چيو تہ بيگناهہ قيدين کي بند مان آزاد ڪر تہ تنهنجو پٽ نيڪ ٿئي. صبح جو بادشاهہ پڃرن ۾ قيد سمورا پکي آزاد ڪرائي ڇڏيا ۽ سندس پٽ چڱو ڀلو ٿي ويو. صبح جو ڏٺائين تہ هڪڙي بلبل کانسواءِ باقي سڀ پڃرا خالي آهن. بادشاهہ ان جو سبب پڇيو تہ هڪ وزير جواب ڏنو تہ بلبل کي سندس مٺڙي آواز هن قيد ۾ روڪي وڌو آهي.
- ايران جو نادر بادشاهہ هيڪر حضرت محبوب سبحاني جي روضي مبارڪ تي زيارت لاءِ بغداد شريف ويو. اتي هڪ انڌو شخص دروازي تي ويٺل ڏٺائين ۽ پڇيائين تہ هتي گهڻا ڏينهن ٿيا اٿئي؟ ان چيو تہ سائين هڪ سال ٿيو آهي. نادر بادشاهہ چيو تہ آئون اندران زيارت ڪري واپس اچان تيستائين جيڪڏهن اکين کان سڄو نہ ڏٺم تہ توکي تلوار هٿي ماري ڇڏيندس. نادر اندر ويو ۽ پنيان انڌي کي اچي پئو ورتو ۽ دلئون دستگير کي وٺي سڏ ڪيائين ۽ روئڻ لڳو تہ منهنجون اکيون سلامت ٿين نہ تہ ماريو ويندس. الله جي قدرت، بادشاهہ پير جي ڪرامت ۽ سچي دل سان دانهڻ سبب نادر جي ٻاهر نڪرڻ کان اڳ اهو اکين کان سڄو ٿي پيو. سو سڀ ڪم آهي دل جي سچائي سان، نہ تہ انڌو وينو هو ماني ڪائڻ.

# هدايتون ۽ تنبيهون

- اهو بادشاهه بيڪار آهي جيڪو پنهنجي رعيت کي نه سڃاڻي ۽ نه انهن جو خيال رکي.
- اتم کيتي، نيچ نوڪري ، وڏندڙ واپار، پنڻ بيڪار.
- تڪبر برائي آهي ۽ عاجزي چڱائي آهي. شيطان وٽ تڪبر هو ۽ حضرت آدم وٽ نوڙت ۽ عاجزي هئي.
- مسلمان کي ڏوکو ڏيندڙ منافق آهي.
- جيڪو بار بار دشمني ڪري ان کي موچڙو.
- جهڙي نيت تهڙي مراد.
- مڙس کي صفا ٽڏو ٿائنرو نه هجڻ کپي، ڪجهه ڏنگو به هجي. جيئن ٻئي پت ڪرار جا.
- امان اعظم، ابو حنيفه اسان جو امام آهي.
- ماري جي گهر ۾ هڏن جا ڍير.
- ڏاڍي ۽ ڏنگي جي ياري کان ٻچجي ته بهتر آهي.
- بي ايمان ماڻهو سان نيڪي ڪرڻ ائين آهي جيئن ڪا سوني شيء درياء ۾ اڇلائڻ
- ڏاڙ ۽ ٻڪرين کان پاسو ڪريو اجايون ڏاڙون هڻندڙ جي اهميت نٿي رهي ۽ نه ئي ان کان ڪير ڊڄندو ۽ عزت ڪندو
- بيهودي ڳالهائڻ کان زبان بند رکڻ گهرجي. گهٽو ڳالهائيندڙ هلڪڙو ماڻهو هوندو آهي.
- مينهن نه پوڻ يا ٻوڏ اچڻ يا ماڪڙن جو داخل ٿيڻ اهي سڀ عملن جون شامتون آهن ۽ ان ڪري ڪري گناهن تي پيشيمان ٿي، توبه تائب ٿيڻ گهرجي.
- ٻار کي پڙهائجي ته فرحي وٺي ڏجي، اها سليٽ کان ڀلي آهي.

- علمن ۾ بادشاهہ علم "عربي" آهي ۽ وزير "فارسي" آهي. ٻيو مادري علم پڙهڻ بہ ضروري آهي. هر ڪو علم قرآن شريف کان پوءِ پڙهڻ گهرجي.
- شادين مرادين يا خيراتن ۾ اجايا خرچ ڪرڻ جي منع ٿا ڪيون.

## موت کان اڳ وصيت

اسان جو ڪو بہ مُريد بيمار ٿئي تہ ان کي گهرجي تہ هوش حواس سان وصيت ڪري. خوامخواهہ پنهنجي پٺيان دُنيا تي ڪتن وانگر ويڙهائي نہ وجي. موت کان اڳ وصيت ڪري وڃڻ عقل واري ماڻهو جو علم آهي.

ڪري جونہ ماڻهو وصيت بيمار
تنهن مان ٿئي ٿي ، خرابي دراز
لاهي آسرو مال ميراث جو
ڪري ڪونہ تو خيال ٻچي ٻار جو
وڃن ڪورٽن ۾ تنين جون زنان
ڪيون ٿا اسين ان ڪم کان مَنعان

## ڪافي

مُحب منا چڏ ماڻا، راضي ٿي هادي الله
ٻاجهہ ڪري تون منهنجا ڏٺي، وساءِ قتل پاڻا
عام سمجهن ٿا آهن بند ۾، پر عاشقن اير اڏاڻا
دشمن پونکي بس ڪندا، آخر ٿيندا ساڻا
" صبغت الله " چئي مُدعي منهنجا، ٿيندا اندا ڪاڻا.

## ڪافي

سوين ڏنا ٿئي سُور، جاني منهنجا سهڻا
عشق تنهنجي جا منهنجي اندر ۾، پل پل پون ٿا پُور
آئون آسروندي اصل ڪئون آهيان، ڪر رحم جي ڪا گهور
جيڪو صدقي ٿيندو مُرشد تان، بهشت ملندس حُور
”صبغت الله“ چئي چڏيو نسين، دُنيا جون ڳالهيون ڪُل منڪور.

## نياڻين جي قيمت

پئسن تي ڌيئون ڏيڻ خراب رسم آهي، جيڪي ائين ڪندا تہ قيامت ۾ سزا ڪائيندا، دروزخ جو عذاب سخت آهي، زائفان جو مُلهہ وٺڻ برو آهي. عورت جو مُلهہ نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪي دُنيا تي ڌيئون وڪڻن اهي ڄڻ پنهنجي عزت جي قيمت لڳائن. بيو بنان نڪاح جي ڪنهن عورت کي ويهارڻ بہ تمام ڪبيرو گناهہ آهي. الله ۽ انجي رسول ﷺ جو ڪوبہ ناهي. اهي مڙس تہ ڇا انسان ئي ناهن.

## هدايتون

- ڪاڏي مان عيب نہ ڪڍجي ۽ ڪنهن بہ طعام جي گلا نہ ڪجي.
- خدا جي پيدا ڪيل مخلوق کي بچڙو نہ چئجي.
- ريشم ۽ پٽ جو لباس نہ پائجي، ترڪي ٽوپي بہ مٿي تي اصل نہ پائجو جو اسان جي طريقي جي رسم نہ آهي.
- سادو لباس پائڻ ۽ گوڏ ٻڌڻ سنت آهي . اجرڪ مٿي سان پلي ٻڌجي.
- شرعي فيصلو بنان رياءُ جي ڪرڻ گهرجي. شرع جي سزا کي بہ ڪلندي قبول ڪجي.

## پهاڪو

سنڌي ۾ پهاڪو آهي ته.

ڪانئر ڏک نه هَٽي، جي هٽي ته نهوڙي

ڏکئان مينهن نه اچي، جي اچي ته ٻوڙي.

## نماز جا ڪجھ مسئلا

نماز ان جاءِ تي پڙهڻ جائز ناهي جيڪا زمين ڪنهن مسلمان کان ناحق غصب ڪري ڦري ورتي هجي. فقيرؤ! اها ڳالھ سکي ياد ڪجو ۽ دل تي رکجو. توهان به ڏاڍ مڙسيون ڪندا آهيو؟ چوري جو ڪپڙو پائي يا وڇائي نماز پڙهڻ جائز ناهي. باهر نماز پڙهڻ وقت اڳيان ڏيڍ گراٺ جيتري ڪاٺي رکجي. پوءِ اڳيان کو لنگهي وڃي ته خير آهي. گهوڙن ۽ اٺن جي ڪڙھ ۾ نماز نه پڙهجي ۽ جنهن جاءِ ۾ شڪليون ۽ ڦوٽو هجن اتي به نماز نه پڙهو. صفا سنهڙي ڪپڙي سان جنهن سان جسم نظر اچي، نماز نه پڙهجي.

## نياڻي

هن زماني ۾ ڪنهن کي ڌيءَ نياڻي ٿي ڄمي ته اهو ڏاڍو ڏکوئيل ٿو نظر اچي، ڄڻ کو گهر ڀاتي فوت ٿيو هجي. اهو وڏو گناھ آهي. نياڻي الله جي رحمت آهي. جيڪو ڪجھ الله پاڪ ڏئي ان تي رنج هرگز نه ٿجي. الله پاڪ جنهن کي جوڙي ٿو، ان کي روزي به پاڻ رسائي ٿو.

## صابر

هميشہ ماٺ ۾ رهندڙ ۽ صابر شخص کي الله تعاليٰ قيامت ۾ عزت سان بهشت ڏي روانو ڪندو. ان جي چوڌاري ملائڪ هوندا. صابر شخص تي ايڏي مهرباني ڏسي محشر وارا چوندا ڪاش اسان کي بہ دُنيا ۾ ٽڪر ٽڪر ڪيو وجي ها. اسان صبر ڪيون ها. سو هتان جي ڏک سک جو خيال نہ ڪريو پر آخرت جي ڏک سک جو خيال ڪيو.

## غازين جو رتبو

غازي مرد مَلڪن جي برابر آهن، ڇو تہ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ وارن غازين ۽ انهن جي سوارين جو سورت والعاديات ۾ الله پاڪ قسم کنيو آهي.

## خوشي ۽ غم ۾ ضربون

جڏهن گهڻو ڏک ٿئي ان وقت ذڪر جون ضربون ۽ پيچ پاڳارا جا نعرا هڻجن ۽ گهڻي خوشي ۾ بہ ذڪر جون ضربون ۽ نعرا هڻجن ، اهو اسان جو حڪم آهي.

## خيرات

خيرات ڏيڻ ۾ ڀلائي آهي. اڄ ڪلهہ ماڻهو پاڻ ۽ سندس اهل عيال پيا بک مرندا آهن پر اڳ ۾ خيرات جي ماني مُلن کي ڏيندا آهن. شرعي حڪم آهي تہ "اول خويش پوءِ درويش". جيڪڏهن ڪا بيواهہ عورت، رنڙ زال يا ڪا نياڻي ۽ عزيزن ۾ ڪو مسڪين هجي ۽ انجو روزگار تنگ هجي تہ اول خيرات ان کي ڏيڻ ضروري آهي. نيت اها هجي تہ آئون الله جي واٽ ۾ ڏيان ٿو ۽ خدا تعاليٰ فوتي ڪي اجر ۽ ثواب عطا ڪندو ٿوري يا احسان جي نيت نہ هجي نہ تہ خيرات اجائي آهي.

## ستاويهين رجبي

جنهن تاريخ تي اسان جي درگاهه مبارڪ تي رجبي شريف مقرر ٿيل آهي، سا معراج شريف جي خوشيءَ جي ڪري مقرر ڪيل آهي، جنهن ۾ گهڻي جماعت درگاهه مبارڪ تي گڏ ٿيندي آهي.

## ڪافي

لڳي آهي لغار، مون ڪي مَن اندر ۾
آئون سُتي هُو هليا، سنجهي ٿيا سوار
جيڪي اورڻ پرين سين، جيڪي پرت پچار
گهوريان جيئڻ، ڏينهڙا، تو ڪئون پنهل ڏار
لڳي آهي اندر ۾، سندي عشق پچار
گهڻو سڪائي آهيان، جانب جي جنسار
گڏيون ويندس آن سين، ڪاڪيون ساڻ قطار
ميخون محبت سنديون، هينئڙي منجهه هزار
”صبغت الله“ جو سائين تون آن، دل سندو دلدار

## مجازي عشق

مجازي عشق ڪان بچڻ گهرجي، عشق فقط حقيقي هجي.

جنهن عشق جي پاڙ آهي مجاز
تنهن عشق مان ٿئي خرابي دراز

## هيٺي ۽ مظلوم جي آهه

غريب ۽ مظلوم جي آهه ۽ دانهن ڪان بچڻ گهرجي. چوندا آهن : ” آهه غريبان ، قهر خدائي “. بيت آهي:

ڪڏي جي ڪڏهن مرد مظلوم آهه

اهڙي ريت ڪنهن بيواھ، رن زال يا يتيم خواھ هيٺي ڪي هرگز نہ ڏکوئجي، جو الله پاڪ انهن جي آھ جلد ٻڌي ٿو ۽ يتيم جي روئڻ سان عرش لرزي وڃي ٿو تنهن ڪري اي فقيرؤ! خدا جو خوف ڪجو ۽ ڪنهن غريب مسڪين کي ناحق ايذائيندا نہ ڪجو. ظلم جي باھ اهڙِي آهي جيڪا پاڻي ۽ مٽِي کي بہ ساڙي ڇڏيندي آهي.

جي مظلوم سان ظلم منشي ڪيو
وَڏِڻ هٿ تنهنجو سعادت ٿيو

## حُرن لاءِ

اڙي قلم! تون يي رکج کو ڌيان
ڪرين ٿو تون منهنجي حُرن جو بيان
گهڻا هن انهن ۾ وڏا نامدار
گهڻا ماريائون تہ ڪُوڙا ڪُفار
محبت جي سنگت ۾ وڏا پهلوان
لکيا هن اسان تہ انهن جا بيان
دونيزہ، دوبازو، دو مردم دلير
چہ بودند گوئي دو نر شير
لوڙهيون ۽ کهاڙيون ۽ گُرز گران
دلين جو پاسو نہ هو ڪيستان
ڏڦا ۽ ڏڦيون هميشہ حاضر هجن
شڪاري کي سُوئر ڦٽيل چا ڪرن
سُوئرن جا تہ آهن قسم ڪي هزار،
ڪي پورا ڪي ڪارا پيا بي شمار

ڏبڻ ۾ لانگهڻ ۾ ڇوٽڻ تي ويهو
اوسر ۾ ڦيريون سڀئي ڪر ڪيو
ڪوٽن جو هجي بندوبست جوڙ
پيا ڪي هجن يار پُختا پنجوڙ
پنجوڙ جي نئون يار پُختو هوندو
ڦٽڪي انهيءَ ۾ سُوئر چا ڪندو
پنجوڙن جي طاقت آ پورا ٻه سال
تهان پوءِ ٿيو ٿي وَجي پائمال
سوئر کي هٽو نشان ان بند تي
جو پچڙي هٽي پيو انهيءَ هنڌ تي
نشانن جون جايون ڇَون ٿا تہ ٿي
بندوقان سُوئر کي هٽجن اُتي
مٿو آهي ڀريون تہ پورو اُندام
جي نہ لڳنديس تہ اها آهي خام
پيو ٿا ڇون ادا هي نشان
لڳي ڳن جي هيٺيان پورو تہ ڪانُ
آهيس ڪنڌ جي پاڙ پورو اي هنڌ
هٽڻ جو آهي پورو تہ سَنڌ
بندوق هجي زور واري ميان
انهيءَ جو نشان آئون ڇا چوان
بندوق زوردار وجي هٿ ۾ ڪر
پٺيرو هلي تان پڇيس ٿو يَڏر
جي جنگهہ ۾ لڳنديس ڪا بندوق وڏي
مِروُن ڪين مَرندو پَڇنديس هَڏي

ڦٽيو جي مِرون هاڻ ٽيندو خلل
ماريندو يا ڇيڙي ڪندو ڪو زلل
هميشه ڏارجي گهوڙو پلو
هلي ڇوٽ من تي قدم ۾ پلو
مُريدن مٿي ڪرم قادر تون ڪر
ڇڏن تا منهنجي لاءِ پنهنجا گهر
ڪج ڏڪئي وقت ۾ مون ڪي ياد
وڃن ڏک لهي ۽ ٿيئن شاد باد

## ڪرامت

هيڪر پير سائين روضي وارا عليہ الرحمتہ ننڍي پڻ ۾ پراڻي درگاهہ کان مائٽن سان ملي مدرسہ وڃي رهيا هئا ۽ ڪتاب گڏ هيو. رستي ۾ ڪين پيشاب جو خيال ٿيو ۽ ڪتاب هڪ لئي تي رکيائون. واپس اچي ڏسن تہ هڪ گدڙ ڪتاب کي ڦاڙي ڇپاڙي پيو. پاڻ جوش ۾ اچي گدڙ کي چيائون " اي زبان خور شل بہ اڏ ٿئين. منهنجو ڪتاب ڦاڙي وڌئي؟" سندن انهن لفظن سان اهو گدڙ اتي جو اتي بہ اڏ ٿي ڪريو. پاڻ اهو حال ڏسي عجب ۾ پئجي ويا ۽ فرمايائون:

ڪشف ،ڪاني ، ڪرامت ٿيئي آهن ٽڳو
مُڙس اهو جو، انهن مڙني کان پڳو.

ان ڪري ڪرامت ڏيکارڻ ، وڏي ڳالهہ ناهي، بلڪہ حق ۽ سچ تي قائم رهڻ ڪرامت کان گهٽ ناهي.

## ڪافي

اڪين اوجان، ڇاڙهيون فوجان
دلين جا سات ساڙن ٿيون.

اڪيون ھن نُور نوراني، اڪيون ھن رنگ رحماني،
اڪيون ھن لال لاثاني، ٻُڌا ٻيڙا سي تارن ٿيون
ڪيئن مشتاق مائن ۾، پيڙن ٿيون گھوٽ گھائن ۾،
نہ ٿيون ريجھن سي نائن ۾، قتل جا ڪاج ڪارن ٿيون.
ڪيئي مفتون مستانا، ڦرن ڏر دوست ديوانا
پاتئون ڳل ڳچي ڳانا، جڏا جيئڙا جيارن ٿيون.

## ڪافي

مونکي هٽي ڪو ، جادو سھٽا ، يار دل لٽي وئين
ڪري چشمن سنلو، ڪو چالو، سر ساھ ٻئي سٽي وئين
ڪري پهرين منيون تو ڳالھيون، وڌئي يار دل ڪي دواليون
هٽي نيڻ سنديون دنباليون، منھنجي دل ڦٽي وئين،
تنھنجو عشق آهي قهري، مثل ، ير! باز بحري،
وئي بلبل جيئن ٿو سحري ، تيئن جھٽ منجھ دل جھٽي وئين،
”صبغت الله“ جي سڻ تون زاري، ڪري ڪا تو ستاري،

## بيت

روهڙي ۾ رند چئي، ڏسو هلي اچي هيڪار
مُريد هن مرد جا، ڪوڙين لک هزار
انگ اوڍائي ٿو ڪپڙا، پهرائي ٿو پينار
بلبل ڪي بچايو چئي، هي ڏاتيون ڏنيون ڏاتار
اها ساڳي صورت سردار ، ڏسو روهڙي ۾ رند چئي

## ڪافين جا ٿلھ

[ تنبيھ الفقراء جي آخر ۾ حضرت سورهيہ بادشاھ مختلف شاعرن جون ڪافيون درج ڪيون آهن. انهن ڪافين جا فقط ٿلھ هتي لکجن ٿا. انهن شاعرن ۾ شاھ لطيف، سچل سرمست، صاحبڏنو فقير، اصغر سائين، عبدالله ڪاتيار،خليفو نبي بخش قاسم، خوش خيرمحمد فقير ،سليمان شاھ

لڪياري، مهدي شاهه، اميد علي فقير، نور محمد فقير، ميهر فقير بخشيل شاهه، بڊل فقير عثمان فقير بچايو فقير غلام شاهه رشيد الدين، عبدالغفور همايوني ۽ ٻيا شامل آهن]

- اڪڙيون ميگهه ملهار صُورت تنهنجي سڀ جڳ موهيو
- سوگهو ساهه منهنجو ٿيو سنگهارن سان، منهنجي پرت گهڻي پنهوارن سان
- تنهنجي صُورت گل گلاب چوان، يا فلڪ سندو آفتاب چوان
- چلوڙي سَيان چرچا ويڪون، آپ چَمن ۾ آيا آيا
- سڄڻ تنهنجي نيڻن مَئون، مونکي آئي بُوند بهار
- هيرسيالڻ ٻانهي تيڏي، تون صاحب تخت هزاري دا
- پائي پيچ پُنهل پرديس ويو، مونکي جهاڳڻ آيو جهنگ جَبل
- منجهان ديدار دلبر جي، ڪيو جن سَير سلطاني.
- درد دل جو سَليان ڪنهن کي، بنان ديدار ڪونهي دارُون
- ڪونهي منهنجي حال جو پائي، جنهن سان ويهي ڏکڙا اوريان
- راضي ٿي منهنجا راڻا وو، چڏ ڏوڙ ڏمر ڏکيءَ سان
- لڳو منجهه لَڪن، تازو پير پنهون جو
- صدقي ٿيوان، قربان ٿيوان، گهول ٿيوان گهنڊ ڪولڻ تان
- حاصل ڪيائون حال حقيقي، ڪيڏيائون بِرهه جي بازي
- حُسن ڏسي محبوب جو، منهنجي دل ڪيو ديدار ميان.
- سمندر وانگي ساهه سڄڻ منهنجو چالي جوش ۾ تو ڏينهن ۽ رات
- چا چشمن جا چالان چوان، ڏئي سر صدقو شڪران چوان
- آيو عشق عجب اسرار ميان، کُلي برهه سندي بازار ميان
- جيڏيون منهنجي جانب کي شل ڪا سمجهائي، ڏور وڃيو ٿو ڏينهن لائي.
- تنهنجي حُسن جي تاب بي تاب ڪيو، سوز سازي ڪاڙهي ڪباب ڪيو.
- شُڪر ڪر الحمد الله، يار گهر آيو منهنجي.
- ماري چڏ تہ مَري وڃان، سور ڏيئي ناساز او يار

- باغ ڏسي بازار ڏسو منهنجي سهڻل جو سينگار ڏسو
- ڪٿي نيڻ نازڪ ڪِلِي ڏس اسان ڏي
- ڇڏي ڏَراوهانجو وَڃان مان ٻہ ڪاڏي
- ڪنهن سان سليمان سُور، دل چاڪن ڪئي آ چُور
- ڪُئي ڪرڪا ڪوڪان عشق آيا جهل باري باري
- وہ بازار آيا هي، ديدار ڪيا جائي
- دل جان سب اپنا نثار ڪيا جائي
- سهڻيون اکيون تنهنجون سانوريون، سُرمي بنا هن باوريون
- جهل تاب حُسن جون تجليون، جنهن جيل طُور وجي جليو
- وَهواھ سَير جنهن دَم دَم داهي، ڪاڻ عاشقان باغ ارم داهي،
- هُل پيا وج سهيليان، جڏهن رانجها ويڙهي آيا
- مين رانجهن دي رانجهن ميڏا، ڪيڙي نون گهول گهاوان

## سڪندر ۽ دارا

سڪندر بادشاھ، دارا کي مارايو هو ۽ دارا جي ٻن ڪوڻوارن ساڻس دَغا ڪئي هئي. زخمي دارا وٽ سڪندر آيو ۽ دارا سڪندر کي چائين تہ اهي ٻئي ڪوڻوار جيڪي مون سان دغا ڪري تو وٽ آيا آهن انهن کي ماري ڇڏجان. ۽ منهنجي ڌيئرن مان روشنڪ سان شادي ڪجان.سڪندر ٻنهي ڪوڙوارن کي پهريان واعدي موجب رقم ڏني ۽ پوءِ مارائي ڇڏيائين ۽ دارا جي ننڍي ڌيءِ سان شادي ڪيائين ، وڏي ڌيءَ نوشابہ هئي، هيڪر سڪندر وڪيل يا سفير جي شڪل ۾ دارا جي ڌيءَ نوشابہ وٽ ويو هو. نوشابہ کيس سڃاڻي ورتو هو.ڪافي روپ آسا ۾ ان طرف اشارو آهي،

”طرف نوشابہ آيا، صورت وچ وَڪيل سڪندر“.

## ڪرامت

پير سائين تخت ڌڻي جي دؤر ۾ هڪ وڏيرو چوندو هو تہ ” پير مڙئي ڪوڙ آهن “ هڪ ڀيري اهو ناري تان لنگهيو ءِ اُٽ سميت گپ ۾ لهي ويو. سياري جي رات هئي، ڳوٺ پنج ڇهہ ڪوهہ پري هو. آخر مجبور ٿي پير سائين تخت ڌڻي کي سڏ ڪيائين تہ منهنجي مدد ڪر، آئون درگاهہ تي اچي مريد ٿيندس. ائين چئي اُٺ کي اٿارڻ لڳو تہ اُٺ هڪدم اٿيو ڇڻ سُڪي تي ويٺل هجي، اهو وڏير جڏهن درگاهہ تي پهتو تہ پاڻ ان کي ڏسندي فرمايائون اي وڏيرا! اُٺ نہ ڪڍي ڏيون ها تہ تنهنجو ڪهڙو حال هجي ها؟ اهو وڏيرو سندس پيرن تي ڪريو ءِ توبہ تائب ٿيو ءِ مُريد بڻجي ڳوٺ روانو ٿيو.

## ڪرامت

هڪ بي ايمان مولوي چوندو هو تہ ” پيرن فقيرن ۾ ڪجهہ نہ آهي“. هڪ ڏينهن پير سائين تخت ڌڻي ڪراچي ڏي وائسراءِ جي ملاقات لاءِ اسهيا هئا، ڪوٽڙي اسٽيشن تي اهومولوي ويٺو هيو. جيئن ئي پير سائين تخت ڌڻي رحہ تي نظر پئي تہ ڊڪندو اچي پيرن تي ڪريو ءِ مُريد ٿيڻ لاءِ درخواست ڪيائين. پاڻ ان کي طريقي جو ذڪر ڏنائون ءِ روانا ٿيا. ان بعد ماڻهن ان مولوي ڪان سبب پڇيو تہ جواب ڏنائين تہ مون ڀيا پير ڏٺا هئا. انهن جو حال ڏسي اهڙيون ڳالهيون ڪندو هوس پر هن پير جي ڳالهہ ئي ٻي آهي، سندس چهري مبارڪ کي ڏسندي ئي منهنجا سڀ وهم ءِ وَسوسا ختم ٿي ويا.

## مخالفت نفس

شيطان اسان جو دشمن آهي، جيڪو چڱن ڪمن کان ڪاري ٿو اسان کي بہ شيطان سان دشمني ڪرڻ گهرجي. اها ڳالهہ اسان رتناگري جيل ۾ هڪ

مقدم کي هدايت ڪئي سون، ان پڇيو ته شيطان سان دشمني ڪئين ڪيون؟ اسان چيو ته نفساني سڌن کي ختم ڪرڻ ۽ الاهي حڪمن کي مڃڻ اها شيطان کي سزا آهي.

## هدايتون

- عورتن کي گهر کان ٻاهر نڪرڻ ۽ بيگانن ماڻهن ڏاڙين سان ڳالهائڻ جي منع آهي.
- زائفن جو گج پائڻ به ردي رسم آهي.
- مُريد کي قرض ڏيڻ چڱو آهي، پر شرط آهي ته اهو خراب ماڻهو نه هجي قرض موٽائڻ جي سگهه هجي ۽ انجام جو پڪو هجي ته اهڙي سچي مُريد کي مجبوري ۾ قرض ڏيڻ گهرجي.
- منافق ماڻهو شيطان جو لشڪر آهن.
- ڪو به مسلمان سامهون اچي ملي ته، ان کي سلام ڪجي. ڪافر يا هندو کي سلام نه ڪجي.
- مريدن کي گهرجي ته مٿي جا وار ڪنن جي پاپڙين تائين رکائن، ان کان نه ننڍا ۽ نه وڏيڪ . شرعي وارا ڪنن جي پاپڙي تائين آهن.
- ڪافر جي لاءِ دعا گهرڻ درست نه آهي.
- ڪنهن مسلمان جي دل خوش ڪرڻ هزار رڪعتن کان ڀلي آهي.

## وصيت

هن بي بقا دنيا تي ڪو به اعتبار ڪونه آهي، سو جڏهن اسان جي مولا گهريو تڏهن اسان هن دنيا کي ڇڏيندا سين. اسان پنهنجي جاءِ واسطي فيصلو تا ڪريون ته ڪوٽ ڏٽي بادشاهه رحمته الله عليه جي پاسي ۾ يا پيرن ڏانهن اسان کي رکيو

وڃي. اهو حڪم آهي اوهان کي اسان جو! اوهان مريد ۽ گادي نشين وَس وارا
ﭘنهي جاين مان جنهن جاءِ تي رکو. اسان جي پڳ وڏي صاحبزادي کي ٻڌرائجو.

## اختتام

اسان کي رتناگري جيل ۾ جانورن جي شڪلين جا ڪتاب مليا هئا، سو اسان هر هڪ جانور جو نالو ۽ ان جي پيدائش واري ملڪ جو نالو ۽ ٻي معلومات ٻه لکنداسون. ٽئين جلد ۾ شڪار بابت احڪام به لکنداسون، ته ڪهڙن پکين ۽ جانورن جو شڪار ڪرڻ جائز آهي. اسان هاشمين لاءِ شڪارڻ ضروري آهي. شڪار ڪرڻ سان نه فقط ماڻهو بهادر ٿئي ٿو پر پوکون به نقصان کان بچن ٿيون. ان کان سواءِ اسان قرآن پڪ جي سورتن جا ترجما ۽فضائل به لکنداسون ۽ "تنبيهه الفقراء" جي ٽئين جلد ۾ سنڌ جي خراب حالتن بابت ڪجهه پنهنجو رايو ظاهر ڪنداسون ته هن وقت سنڌ ۾ ڏکار جا ڪهڙا ڪارڻ آهن ۽ هر شيءِ سهانگي ٿيڻ بجاءِ مهانگائي ڇو آهي؟ پر اهو ڪتاب جو ٿيون حصو لکڻ رب ڪريم جي وَس آهي. پڇاڙي ۾ اها ڳالهه ٿا لکون ته، هر ڳالهه ڪي ٿاهي ٿي ۽ دلير ماڻهو سڀ ڪجهه ڪري سگهندو آهي ۽ عبادت به دليري سان آهي. پر بزدل ماڻهو کان ڪجهه به نه ٿي سگهندو آهي. اميد ٿو ڪيان ته اوهان چڱي نصيب وارا، هن ڪتاب ۾ لکيل مڙني ڳالهين تي ضرور عمل ڪندؤ. اسان پنهنجو هيءُ ڪتاب پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي خاندان مبارڪ واري بيت تي پورو ٿا ڪيون.

چو خورشيد حقيقت شد محمد راشد طالع
زِ دُرج صبغت الله شاهه علي گوهر بود لامع

**سيد محمد صبغت الله شاهه**
**حسيني هاشمي جلالي**
رتناگري جيل
12جمادي الآخر 1350هه/24 آڪٽوبر 1931 ع

# سورهيه بادشاهه جا ٽي خط

حضرت پير سائين سيد سورهيه بادشاهه شهيد قدس سره الاقدس، جيل جي زندگي دوران "تنبيه الفقراء" جي تصنيف سان گڏوگڏ پنهنجي جماعت، مُکن ۽ مريدن ڏانهن وقت بوقت ڪيئي خط مبارڪ (مڪتوبات) پڻ لکيا. جيڪي جيل جي ابتدائي سالن ۾ ته جماعت تائين پهتا، مگر پوءِ انگريزن پير سائين سورهيه بادشاهه جي انهيءَ خط و ڪتابت واري سلسلي تي پابندي مڙهي ڇڏي. مون کي بي انتها خوشي ٿي، جو هن ڪتاب جي ترتيبَ جي آخري مرحلن ۾ حضرت پير سائين سورهيه بادشاهه جا ٽي ناياب خط مبارڪ هٿ آيا، جن کي ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ شايع ڪيو ٿو وڃي

بسم الله الرحمٰن الرحيم.

بعد سلامن دعائن جي لکجي ٿو ته . اسان خوش آهيون ، وچ ۾ بيمار هياسي، جو ڏند جوسور هيو. اهو ڏند اسان ڪڍايو آهي. اهو ڏند مٺيون آهي ۽ اسان جي حال احوال جي اوهان تسليٰ ڪندا ۽ پنهنجو احوال موڪليندا ٻي درگاهه جي خير موڪليندا. اسان ڏي توهان ڪيترا خط موڪليا آهن. سي اسان کي ڪونه مليا آهن ۽ اسان جو هاڻي حڪم آهي ته اڳتي جي لاءِ اوهان ڪوبه خط نه موڪليو جو به احوال هجي سو ملاقات وارن جي هٿئون زباني موڪليندا رهو. اسان اڏي انجڻ جي ڪارخاني جي خبر موڪليندا ۽ اسان جي اڳين حڪمن جي تعميل برابر ٿي يا نه ؟ اسان کي خدا جي مدد گهرجي ۽ نه ڪنهن ٻين ڪر همٿن جي. اسان اوهان کي چئون ٿا ته اوهان پنهنجو ويساهه خدا ۽ خدا جي رسول پاڪ ۾ برابر رکو ته اوهاجو محشر موچارو ٿيندو ۽ اسان جو احوال اندر نه موڪليندا جو انهن کي ڏک ٿيندو اسان ٻي به اوهان کي ڳالهه ڪن وجهون ٿا ته اسان احمد کي سڀ ڪر ڏنا آهن ملاقات ۾ اهي حڪم ان ڪئون پڇو ۽ اسان جو ٻيو ڪوبه ارمان نه ڪيو. جو اسان تي خدا تعاليٰ جي وڏي مهرباني ٿي آهي، اُهو منهنجو مولا آهي جو مون سان هُيو به ۽ ساڻ به آهي. گهرجايون ۽ مال ملڪيت هڪ ڏينهن سڀ کي ڇڏڻا آهن. سو عقل واري ماڻهو کي هن بي بقا حياتي تي ڪوبه ڏک ڪرڻ نه گهرجي ۽ اهو به ضرور آهي ته جهڙو فقير جو موت تهرو بادشاهه جو. تنهن لاءِ اسان کي ڪوبه ڏک ڪرڻ نه گهرجي هن فاني دنيا جو ۽ هي به اوهان خيال ڪيو ته اسانجي هيتري عمر گذري وئي آهي پر ڪوبه انجو وقت ياد نٿو پوي. سو دلجاءِ ڪندا. جي حياتي آهي ۽ خدا گهريو ته جلد ملنداسين.

۽ زميندارن جي دلاسن تي نہ لڳو. اسان کي اڃا گهڻو وقت اوهان کئون دور رهڻو آهي. وڏيڪ ٻيا حڪم اوهانکي ٿا ڏيون تہ محمد عالم وڏيري کي هتي رهڻ لاءِ موڪليو جو اسان کي هتي آئي گهڻو وقت ٿيو آهي. اسان کي هت اڃا سال رهڻو آهي، اوهان مٿون هڪ هڪ ماڻهوجي ٻہ يا ٽي مهينا رهندو تہ ان کي ڪا تڪليف نہ ٿيندي.

توهان اسان کي ڪاغذ ڪونہ مليو آهي. اسان جي نورچشمن لاءِ اسان کي خبر ڏيندا رهو ٻيو اوهان تي درگاهہ شريف جي خدمت ڪرڻ فرض آهي. جا ڪندا رهو چاهي چونڪي توڙي ٻي. اسان اوهانکي وري بہ دلجاءِ ٿا ڏيو تہ اسان جو اوهان ڪو بہ خيال نہ ڪندا. جيئن مولا جي مرضي سندس راضپي ۽ رضا ۾ سير وجي تہ شڪر الحمد الله. هيءَ تہ ٿوري تڪليف آهي. اسان اوهانکي دعا ٿا ڪيون تہ الله اوهانکي ايمان ڏئي ۽ هدايت ڪري.

## بيت

نہ روزي رسي شينهن کي ساڻ زور
بک ٿو مري ڪئين ڪوئي لغور

عجب جا ٻڌا مون وڏا بادشاهہ
فريدون ضحاڪ ۽ جمشيد جا

ٿيا سي گرهہ هيڪڙو خاڪ جو
رهيو هڪ نالو خدا پاڪ جو

هميشہ هيا اڀرندا اهي قمر آفتاب
دنيا تي وئي هڪڙو خيال خواب

هي تہ ٿورا بيت اسان لکي موڪليا آهن اوهانجي هدايت لاءِ ۽ اوهان خاطري ڪجو. اسان سزا ڪانپوءِ تي مهينا روزا رکيا آهن رمضان ڪانسواءِ اوهان بہ رکو. ساري جماعت کي سلام ڏيندا . موذي کي موچڙو.

صحيح

فقط

**سيد محمد صبغت الله شاهہ**

**هاشمي جلالي**

16 رمضان المبارڪ سنہ 1349 هجري،

مطابق 5 فيبروري 1931ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم.

مريد درگاهہ جا ويساهہ وارا خوش هجو

بعد دعائن جي لکجي ٿو تہ اسان فضل پاڪ پروردگار جي سان خوش آهيون ۽ اوهان ايمان وارن جي حق ۾ دعا خير جي گهرندڙ آهيون. مطلب تہ اسان اوهان ڏي ڪتاب لکيا هيا تن مان فقط تفسير مليو باقي نہ مليا، ان جو سبب ڇا آهي؟

بچل شاهہ اسان جو خير خواهہ آهي، ان ڪي هن ڳالهہ کان تمام بيزار رهڻ گهرجي جا ڳالهہ اها منافقن جي آهي ۽ بي ايمانن جي.

مطلب ڳالهہ اها تہ اوهان جماعت تي هن وقت خاندانن جو بار آهي. اڄ اسان ڪي جهمتل وڪيل جو ڪاغذ مليو جنهن لکيو آهي تہ حامد شاهہ واري ڪيس ۾ بچل شاهہ حاضر نٿو ٿئي ان لاءِ ميان حامد شاهہ کان ڪيئن بہ پئسا هن وقت وصول ڪجن. ان لاءِ اسان جو چوڻ هي آهي تہ ميان حامد شاهہ کان هي لکيل پئسا باقاعده وصول ڪيا وڃن. ٽي هزار هيڪڙا لانچ وارا پئسا ۽ موٽر وارا پئسا. انهن پئسن جا دستاويز تجوڙي نندي ۾ هيٺين دائره ۾ پيل آهن. اهي دستاويز ڪڍي، ميان کان پئسا وٺجن نہ تہ ان جو برو اثر نڪرندو ۽ اسان اهو ڪم وڏيري جلال ۽ حاجي منشي جي حوالي ٿا ڪيون تہ اهي لاڙڪاڻہ ۾ ويهي ميان کان پئسا وصول ڪري ڇڏنس ۽ حاجي منشي ۽ وڏيري جلال کي ڏيڪارجو تہ ، اي وڏيرا جلال ۽ حاجي منشي! هي وقت آهي اوهان جي خيرخواهي جي ڏيکارڻ جو. اوهان هن وقت جا منهنجي خدمت خير ڪئي، سا مان اوهانجي خدمت جبل جي بدلي ڪري سمجهندس.

۽ اوهان نمڪ حرامن کان پئسا دعوا ڪري وصول ڪيو ۽ اسان اوهان ڏي ان دعويٰ بابت هي عام اختيار نامون لکون ٿا.

دوست مهربان سول جج صاحب لاڙڪاڻہ

بعد سلامن دعائن جي لکجي ٿو تہ مان سيد پير محمد صبغت الله شاهہ ولد سيد شاهہ مردان شاهہ پنهنجي نوڪر حاجي منشي ولد......... کي حامد شاهہ کان پئسا اندازً ٽي هزار روپيہ ۽ بي دعويٰ ان لاءِ حامد شاهہ تي ڪنداسون. ان مٿين ماڻهو کي مان پنهنجي پاران اختيار ٿو ڏيان ، دعويٰ ڪرڻ جي. .صحيح سيد محمد صبغت الله شاهہ



Scanned with CamScanner

اي مريد منهنجا! مٿين هفتي حاجي منشي کي ميان جي پئسن وصول ڪرڻ بابت اختيار ڏنو آهي، سو حاجي سان گڏ وڏيري جلال کي واجبي خرچ ڏيئي دعويٰ ميان تي ڪرڻ لاءِ موڪلجو. هيءُ حڪم جلال کي ڏيکاريندا ته اسان جو مولا اسان ساڻ آهي، ان لاءِ اسان کي ڪو فڪر ڪونه اهي، ڏسو اڄ اسان کي درگاهه مبارڪ تان وئي هڪ سال ٿيو آهي. مدت هڪ خواب مثال ٿي گذري وئي سو حياتي آهي ته جلد درگاهه تي ايندا سين. اوهان ڪو فڪر نه ڪندا ۽ پنهنجو ايمان محڪم ڪندا. درگاهه جي خدمت برابر ڪندا جو اسان اوهانکي پنهنجو سچو خيرخواهه مريد ڪري تا سمجهون ۽ باغ ۽ ستار ڏني ٽريءَ کي اسانجي ملاقات جي لاءِ موڪليندا ته. اسانکي ڪوٺر جي مريدن تي حڪم ڪرڻو آهي ۽ اسان بالڪل خوش آهيون ۽ اوهان به خوش رهو ۽ ٺهه خاني ۾ ڪنهن به ٻي ڏر کي هٿ لائڻ نه ڏجو فقط هفتي ۾ ٻه دفعا ٻهاري ڏجو موٽر ۽ انجڻيون صاف ڪجو پر هلائجو بالڪل نه ۽ هن ڪاغذ جي حڪم جي تعميل بابت اسانکي تار جي رستي سان خبر ڏيندا.

آنکہ لطف خویش را اظہار کرد
بر خلیلش نار را گلزار کرد

**سيد محمد صبغت الله شاهه**
**حسيني هاشمي جلالي**
13 شوال 1350هه

بسم الله الرحمٰن الرحيم

مريد درگاهه جا ويساهه وارا جمله جماعت!

بعد سلامن دعائن جي لکجي ٿو ته، هت هر طرح خير آهي ۽ اوهان به سڀ ايمان وارا خوش هوندؤ. ساڻ لطف رب ڪريم جي هن طرف جو احوال هن ريت آهي ته، اسان جلال وڏيري تي سخت ناراض هيون. ان لاءِ وڏيري صاحب کي اسانجي ملاقات لاءِ موڪليندا ته سيني ڳالهين بابت پڇا ڳاڇا ڪيون.

پيو ته اڄ اربع ڏينهن اسان کي اخبار ملي آهي، جا سرڪار طور هفتي ۾ هڪ دفعو ملندي آهي. ان ۾ اسان پڙهيو آهيج ته ميان جيئل شاهه جو خون ٿي ويو آهي. ان خبر ٻڌڻ ڪري اسان کي بي حد ڏک ٿيو آهي. ان لاءِ اسانکي خبر ڏيندا ته اها ڳالهه ڪيتري قدر آهي. اسان ان لاءِ سختو بيچار ۾ آهيون. ان لاءِ جلد ڄاڻائيندا. هي خبر اڄ جي ڏينهن ۾ صفر مطابق 8 جولاءِ 1931ع مني آرڊر وسيلي اسان ڏي هزار روپيا موڪليندا جو اسان احمد کي ڏينداسي. پيو ته درگاهه مبارڪ جي خبر اسان ڏي هر هفتي لکي موڪليندا ته اسان جيڪي حڪم لکيا آهن انهن تي عمل ٿيو يا نه؟ ڪوبه فڪر نه ڪندا جيئن خداوند تعاليٰ گهريو هوندو اهو ٿي ٿيندو جئين ڳرندؤ (ڳڻتي ڪندؤ) تيئن ڪمزور. ان لاءِ ايمان واري کي گهرجي ته محبوب مالڪ سائين جي ڪئي تي راضي رهو شڪر ڪريو ۽ صبر ڪريو فارسي بيت آهي.

بجرم تو مارا اگر کشتند چہ باشي

هزار شکر کہ باري شهيد عشق توايم

اسان به ان مطلب کي منظور رکيو ويٺا آهيون . سو ان لاءِ اسان جو چوڻ ياد رکو ۽ مٿين بيت جي معنيٰ ڏي ڌيان ڀچايو جو هن وقت زماني جو عجب حال آهي. جو بجاءِ عدل جي ظلم ۽ علم جي بجاءِ جهل ۽ بجاءِ ادب جي بي ادب ۽ سچ جي بجاءِ ڪوڙ ۽ بجاءِ رحم جي غضب، باقي رهيو ڇا؟

اڪثر هي اخلاق موچارا ساڻ وصفن بڇڙين جي مبدل،

جيئين فارسي ۾ بيت آهي:

چہ شوريست کہ در دور قمر مي بينم     همہ آفاق پُرز فتنہ و شر مي بينم

ابلهانراهم شربت گلاب هست و عسل     باقوت دانا هم از خون جگر مي بينم

دختران هم جنگ است وجدل با مادر     پسران را بد خواهہ پدر رامي بينم

اي مريدؤ منهنجا . پناهه ٿو گهران الله کئون اوهانجي حق ۾ . مونکي پناهه ڏني اٿس سو هوشيار ٿيو. اڄ زمانو پيو اٿو ننڊ ۾ سمهي رات جو حياتي ٿا وڃايو ڪجهه خداوند تعاليٰ جي حڪمن تي عمل ڪيو.

جامي فارسي واري چيو آهي ته

چون سفر پرديس داري يادگير عمر خود را سر بسر برباد مگير

اي مريدؤ منهنجا، جو مريد مرشد جي نصيحت کي خيال ۾ نٿو رکي ۽ ان تي عمل نٿو ڪري تہ اهو مريد فيض الٰهي کان محروم رهندو ان لاءِ محڪم وٺو حڪم الله ۽ سندس رسول ۽ منهنجن کي ، تہ داخل ٿيو منجهہ بهشت جي، اي مريدؤ! منهنجا هي بيت اُتاري محمد مهر کي لکي موڪليندا.

از خدا جوئيم توفيق ادب

بي ادب محروم گشت از لطف رب

پيو هن طرف هر طرح خير آهي، هي سر رب تان صدقي آهي، ڪو خيال نہ ڪندا جي حياتي آهي تہ ملاقات ميسر ٿيندي نہ تہ محشر ۾ ملنداسين.

سيد محمد صبغت الله شاهہ

حسيني هاشمي جلالي

سيد محمد صبغت الله

شاهہ

حسيني هاشمي جلالي

# TANBIH - UL - FUQRA
# WA
# MAJMA - UL - BAHRAIN

(Written in Ratnagiri Jail)


Author:

**Hazrat Pir Syed Sibghatullah Shah II (Pir Pagaro vi)**

Soorhiah Badshah Shaheed

(1909-1943)

Compiled by:

**Hafiz Muhammad Yousif**

**Bhambhro Sikandari**



SIKANDARIA PUBLICATIONS

Dargah Shareef, Pir jo Goth. Kingri,

Khairpur - Sindh - Pakistan

2019/1441

# INTORDUCTION

Hazrat Syed Ali Makki, a popular saint of Sindh forefather of Pir Pagara (Rashidi) dynasty and Lakyari Syeds of Sindh (Pakistan) came to Sindh round about in 400 A.H. and settled near a valley of Lakki mountain near Sewhan sharif in district Dadu. He is said to have decended from Hazrat Imam Hussain (R.A).

Hazrat Pir Syed Muhammad Rashid "Rozy Dhani" (1171-1234 A.H) the forefather of Pir Pagara dynasty, son of great mystic Syed Muhammad Baqa Shah Shaheed (1135-1198 A.H) was honored as a great spiritual leader and Pir by a large number of Peoples from Sindh. Balochistan, Jaisalmir, Kuchh, Kathiawar, Gujrat, Punjab even to Afghanistan. Pir Syed Muhammad Rashid was also a great scholar. He was the autheror of so many books as Adab-*ul-Murideen, Maktubat*, a Persion lexicon, *Sharah Asmaa ul Husna*, *Malfuzat* and so many. He used to spend ¾ of a year to preach Islam and Sufism. The manifesto of his movement was *Zikr* of Allah and to follow the *Sunnah* of Holly Prophet (peace be upon him). The followers of Pir Syed Muhammad Rashid are called *faqeers*.

After his union with God (*Wisal)* his son Pir Syed Sibghatullah Shah I (1193-1246 A,H) became his successor and came to be known as "Pir Pagaro 1st". During his reigns faqeers were named and known as Hurs. Hur means independent and not slave. The offspring of those faqeers afterwards fought against the British. The 2nd "Pir Pagaro" Pir Syed Ali Gohar Shah "*Asghar*" (1231-1263 A.H) was a Spritual leader as well as a great poet of Sindhi language. His spiritual poetic book "*Asghar Saien jo Kalam*" is well known in Sindh till now.

His son Pir Syed Hizbullah Shah ; Pir Pagaro 3rd (1258-1308 A.H) was a man of letters, a generous and a great peot of Persian language. His Deewan of Persian poetry " *Dewan - e – Miskeen*" is well known in Sindh.

His Son Pir Syed Ali Gohar shah II (1275-1314 A.H) was the 4th Pir Pagara. In his reigns, Hurs first time fighted against the British Government and Marshall Law in Sub-continent was imposed against the Hurs in the last decade of 19th century. Many Hurs were arrested and confined in the Concertration Camps. The famous characters of Bachu Badshah and Piru Wazir also belong to this time. After Pir Syed Ali Gohar Shah his brother (because he had no son) Pir Syed Shah Mardan Shah I Pir Pagaro 4th (1279-1340 A.H) became the Successor of Pir Pagaro dynasty. He was a spiritual leader, scholar and author. He took foundation of Islamic Madarssa entitled Jamia Rashidiah at Dargah Shareef , Pir jo Goth which is doing its job properly till now.

Pir Syed Sibghatullah Shah II, Pir Pagaro 6th well known as " *Soorhiah Badshah*" (the victorious king) born on March 6, 1909. After the death (wisal) of his father Pir Syed Shah Mardan Shah he became decendant of Pir Pagara dynisty at that time his age was just 12 years. At this tender age he announced war against the British and stablished Hur Movement. Somebody came to him and said that why do you want to fight against British. You should abide by the British, If you do so, you will get many rewards from British govermnent and even can get the kingdom of Sindh? Pir Sahib replied to that person" if I think to abide by the British Govt, I will feel as, "I am not the decendant of Hazrat Imam Hussain"

His moto was the same as Jean Paul Sartre said, "I hate victims, who respect their executioners."

When British could not supress him, that they arrested Pir Sahib on August, 28, 1930. Pir Saheb engaged Quaid I Azam Muhammad Ali Jinnah as his defence lawer. After a trial, he was sentenced to 8 years imprisonement in following various Jails.

**Ratnagiri:** Today it is a town in Maharashtra in western India.

**Rajshahi:** Bagladesh, Today a metropolitan city and a majo

urban commercial and educational centre of Bangladesh.
**Madnapur:** Uter Pardesh, India. Today it is a town and a gram panchayat in Udham Singh Nagar district in the state of uttarkhand , India.
**Alipure, Kolkata:** It is a neighbourhood in south Kolkata in Kolkata district in the Indian state of Bengal.

In the prison of Ratnagiri ftom 1930 to 1931 Pir Saheb used to write a book for his followers . He named this book as " *Tanbih ul Fuqra*". This book is consisit of many things i.e Quranic verses, Ahadees, Sayings of Sufi saints, Sayings and danecdotes of his ancestors, Sindhi and Persian selected poetry, proverbs, medicines, amulets and so many intresting things. After releasing from Ratnagiri Jail in 1936 , Pir Saheb continued Ghazi Tahreek at Gharhang Banglow Sanghar. In 1937 he performed Hajj and then he travelled long jurnies to his followers. Pir Sahib continued his struggle for complete independence of his country and sub-continent. The British surprised to see that imprisonement rather that decreasing has increased the moral of Pir Pagaro. At last they decided to myrter Pir Sahib. Secondaly Pir Saheb was arrested on October 24,1941 and imprisoned after which the Hurs stepped up their activities by attacking Police stations, government buildings and railway stations to pressure the British to release their leader. The British government then targeted Garhang Banglow, Makhi forest and Dargah sharif Pir jo Goth with aerial bombardment and arrested thousands of Hur leaders along with their families and detained them in Concentration camps. The British used draconian measures to suppress the Hur rebellion, with many laws passed including the Hur Supperssion Act in May 1942 and Martial Law imposed from June 1942 to the end of May 1943. During the Martial Law officers could shoot to death on sight any peson suspected of being of disciple or Hur of Pir Pagaro.

Pir Sahib was brought back to Sindh and executed

by British rullers on March 20, 1943 in Hyderabad Centeral Jail. According to Mr. Aftab Nabi: The Governor of Sindh reported that the Pir took the announcement of the date of his Execution extremely well and seemed quite content. Pir Sibghatullah shah told the Commissioner that he would meet his death with dignity.

Major General Wisal Muhammad Khan stated that, during detention. Pir appeared to him just like a lion in a cage. Sir Hugh Dow wrote to Lord Linlithgow that even at the time of his execution, the Pir was composed and behaved with dignity. His burial place remains unknown. (Surely we belong to Allah and to Him shall we return)

**Hafiz Muhammad**
**Yousif Bhanbhro Sikandari**

**Old Campus**
**University Of Sindh**
**Hyderabad**

